شمارو ڏھون

سائينم! سدائين ڪري مٿي سنڌ سُڪار

سنڌ جو علمي، ادبي، نظرياتي ۽ فڪري ترجمان

ٽي ماهي

# سنڌ سُڪار ڪراچي



- تصوف ۽ اسان جو معاشرو
- ڇا قائد اعظم سيڪولر پاڪستان چاهين پيا؟
- معراج النبي جي حقيقت تي جديد تبصرو ۽ ان جي حقيقت
- بابي تي شي ڪوئي نهين
- پاڪستان ۾ الحاد پکڙجڻ جا ڪارڻ ۽ اثرات
- شاعر مشرق، دين پسندي ۽ رد الحاد
- تڪراري ڪئنال سنڌ سڪائڻ جو منصوبو
- سنڌي_ثقافت_جا_رنگ
- اياز ميلي ۾ فڪر اياز سان دغا
- خدا ۽ فطري قوانين جي اتحاد جو وهم
- ﭘٽائي گهوٽ سيڪيولر_يا مذهبي ؟
- جيئي سنڌ اسلامي محاذ (جسام) جو تعارف

ناشر: سنڌ سڪار ريسرچ اڪيڊمي ڪراچي

بسم الله الرحمن الرحيم

شمارو ڏهون

سائينءَ! سدائين ڪرين مٿي سنڌ سڪار
دوست مٺا دلدار عالم سڀ آباد ڪرين

سنڌ جو علمي، ادبي، نظرياتي ۽ فڪري ترجمان

ٽي ماهي

# سنڌ سُڪار ڪراچي

جنوري 2025 ڪان مارچ 2025 تائين

سرپرست اعليٰ
غلام مجتبيٰ چنا

چيف ايڊيٽر
محمد يعقوب سنگراسي

ايڊيٽر
اياز هاشم پٽو

سب ايڊيٽر
رحم حسين ناريجو

مننجينگ ايڊيٽر
ابو طلحه سنڌي

سرڪيوليشن مينجر
محمد سالڪ مهر

مجلس مشاورت

محمد بلال منگسي رضا محمد خاصخيلي پير سيد عمار ياسر راشدي
راشد يعقوب اڄڻ علي محمد دوساڻي محمد علي عباسي شفيق احمد شر

نوٽ
ليکڪ جي راءِ سان اداري جو
متفق هجڻ ضروري ناهي

گرافڪس ڊيزائنر
غلام محمد مدني
قابل علي سنڌي




سنڌ سُڪار ريسرچ اڪيڊمي

جامع مسجد نور سيڪٽر G.11 نيو ڪراچي

03157094712

## فهرست

## حمد

اَول اَللہُ عَلِيمُ، اَعليٰ، عالَمَ جو ڏڻي؛
قادِرُ پنهنجي قُدرت سين، قائم آهِ قديم؛
والي، واحِدُ، وَحۡدَهٗ، رازق، رَبُّ رَحِيمُ؛
سو ساراه سچو ڌڻي، چئِي حَمدُ حَڪِيمُ؛
ڪري پاڻ ڪَرِيمُ، جوڙُون جوڙَ جهان جي.
وَحۡدَهٗ جي وِڌيا، اِلَّا اَللہُ سين اورِينِ؛
هِنيون حقيقت گڏيو، طريقت تورِينِ؛
معرفت جي ماٿ سين، ڏيساندَرُ ڏورِينِ؛
سُک نه سُتا ڪڏهين، ويهي نه ووڙِينِ؛
ڪُلَهِنئُون ڪورِينِ، عاشق عَبۡدُاللَطِيفُ.

## نعت

اول خلقيو خدا منهنجي نبيءَ جو نور موچارو.
سيد جو نور سُبحاني، لکين ورهن ته سيلاني،
ڪڏهن ياقوت ۾ جاني، ڪروڙين ورهن قُطب تارو.
اُتان بحرن اندر آيو، سمونڊن کي سيد ڳاهيو،
اُتان رب پاڪ ڪيس رايو، الله اهڙو ته اِشارو.
ته ڇَنڊيو پک نور پيارا! ٿين پيدا شغل سارا،
قلم، ڪرسي، قمر، تارا، پيدا ٿي شمس سونهارو.
منجهان تن نور جي قطرن پيدا ڪيئُن مڙن کي مَلڪن،
زمينون، عرش، آسمانن، پيدا ٿيو جوڙ جڳت سارو.
منجهان تنهن عالم انسانا، منجهان تنهن حورن غلمانا،
منجهان تنهن دوزخ بهشتانا، پيدا ٿيو چيز چوڏارو.
منجهان تنهن نور نبين جو، منجهان تنهن بحر تمن جو،
’توريت‘، ’زبور‘ پڻ تنهنجو، ’انجيل‘، ’فرقان‘ سارو.
وڏي قدرت سا خاوند جي، اعليٰ ڪيئين عزت محمدﷺ جي،
ناهي ڪا ڳالهه ڳڻڻ حد جي، سارينڊو ڪير شمارو؟
سوالي تنهن نور سرور جو، مٺي محبوب منور جو،
دامنگير يار دِلبر جو، ٻانهو ”منٺار“ ويچارو.

اداريو

## مظلوم شام جو قضيو، الميو ۽ انومان

شام تهذيب و تمدن جو قديم آماجگاه رهيو آهي. هي اها خوشنصيب ڌرتيءَ آهي جتان انساني تاريخ جو بنياد پيو. تاريخي نقطهِ نظر سان شام هڪ اهڙو مرڪز رهيو جتي مختلف بادشاه آيا ۽ ان تي حڪمراني ڪئي. رومين ۽ بازنطينين کان ويندي عثمانين تائين شام هميشه هڪ اهڙو ميدان رهيو جتي ”شهسوارن“ پنهنجي پنهنجي زورِبازو جو ڀرپور مظاهرو ڪيو. 1946ع ۾ آزادي ڪانپوءِ اگرچ پاڪستان وانگر شام به خودمختاري حاصل ڪئي مگر اندروني خلفشار ۽ بيروني سازشن جي ڪري شام پنهنجي منزل جو تعين نه ڪري سگهيو! آزادي جي ابتدائي سالن ۾ اگرچ اتي جمهوري سيٽ اپ رهيا مگر بدقسمتي سان بار بار فوجي مداخلت شام ۾ سياسي استحڪام پيدا ٿيڻ نه ڏنو!

1970ع ۾ حافظ الاسد اقتدار سنڀاليو ۽ شام ۾ هڪ مضبوط مرڪزي حڪومت قائم ڪئي. حافظ الاسد جي دورِ اقتدار ۾ اگرچ شام ۾ ڪجهه قدر ترقي ٿي ليڪن اها ترقي مخصوص طبقن تائين محدود رهي! حافظ الاسد پنهنجي اقتدار کي ديگهه ڏيڻ لاءِ رياستي مشنري جو بي دريغ ۽ بيجا استعمال ڪيو ۽ اختلاف راءِ جي بلڪل گنجائش نه رکي! حافظ الاسد جي انتقال ڪانپوءِ سندن فرزند بشار الاسد اقتدار سنڀاليو ۽ ملڪي معاملات شامي عوام جي مفادات کي سامهون رکي سنڀالڻ جي بجاءِ سندن سڄو فوڪس پنهنجي خانداني اقتدار کي ديرپا تحفظ ڏيڻ تي مرڪوز رکيو. نتيجي ۾ عوام بدحاليءَ جو شڪار رهيو!

2011ع واري ”عرب اسپرنگ“ دوران شامي عوام جي اها بي چيني غصي جي صورت ۾ منظر عام تي آئي. ”عرب اسپرنگ“جتي ڪوڙ سارن ملڪن کي جمهوريت ۽ آزادي جي ”ٽريڪ“ تي آندو اتي شام ۾ ان تحريڪ خوفناڪ ۽ ڀيانڪ خانه جنگيءَ جي صورت اختيار ڪري ورتي. بشارالاسد حڪومت جي خلاف مظاهرن ۽ انهن مظاهرن خلاف استعمال ڪيل رياستي طاقت شام ۾ هڪ طويل بحران پيدا ڪري ڇڏيو. انهي خانه جنگيءَ ۽ بحران نه صرف شام کي تباه و برباد ڪيو بلڪ بين الاقوامي طاقتن جي لاءِ شام کي جنگي ميدان بنائڻ لاءِ پڻ ڀرپور سهولتڪاري ڪئي، نتيجي ۾ آمريڪا، روس، ايران، ترڪي ۽ ٻيون طاقتون پنهنجي مفادات جي حصول لاءِ شام ۾ داخل ٿيون. بشار الاسد پنهنجي اقتدار جي تحفظ جي لاءِ روس ۽ ايران کان مدد حاصل ڪئي، جڏهن بشارالاسد جي مخالف گروپن کي آمريڪا ۽ خليجي ممالڪ جي حمايت

حاصل رهي. انهي دوران شدت پسند ۽ دهشتگرد تنظيم "داعش" شام ۾ انتري ڪئي ۽ تهذيب و تمدن جي هن عظيم مرڪز جو ستياناس ڪري ڇڏيو!

بين الاقوامي سطح جا ڪوڙ سارا سياسي تجزيہ نگار "بٽرفلاءِ ايفيڪٽ" ٿيوري جو سهارو وٺي ان راءِ سان سهمت آهن تہ شام ۾ بشار الاسد جي حڪومت جي زوال جو اهم سبب 7- آڪٽوبر تي حماس پاران اسرائيل تي ڪيل حملو آهي. ان حملي جي ئي نتيجي ۾احمد حسين الشرع المعروف ابو محمد الجولاني جي قيادت ۾ اچانڪ منظر عام تي ايندڙ "هيئة تحرير الشام" (تحريڪ آزادي شام) جنهن تيز رفتاري سان اڌ صدي ڪان شام تي قابض اسد خاندان جي حڪمرانن جي اقتدار جي تڏا ويڙه ڪرائي، اهڙو مثال اتان جي ويجهڙائي واري تاريخ ۾ نہ ٿو ملي. اگرچہ بشارالاسد حڪومت خلاف مزاحمتي تحريڪن کي ڪچلڻ ۾ روس، ايران ۽ لبنان جي حزب الله اڳيرا رهي مگر "هيئة تحرير الشام" جي سامهون انهن جي دفاعي سگهہ پنهنجو توازن وڃائي ويني ۽ حواس باختہ ٿي بشارالاسد کي فيملي سميت روس ۾ پناه وٺڻي پيئي! اسد خاندان جي ظلم و جبر جي ڪري اڄ شام ۾ ان لاءِ ڪٿي ڏک يا ساڃس همدردي نظر نہ ٿي اچي.

بنيادي طور تي ابو محمد الجولاني جو تعلق جولان جي جابلو علائقي سان آهي. 2006ع ۾ آمريڪي فوج هٿان گرفتاري بعد موصوف 5 سال قيد ۾ پڻ رهيو. ابو محمد الجولاني ڪجهہ عرصو القاعده ۾ پڻ رهيو ۽ ويجهڙائي ۾ اچانڪ "هيئة تحرير الشام" جي رهنما طور منظر عام تي آيو. "هيئة تحرير الشام" پاران دمشق تي قبضو وقتي طور تي روس، ايران ۽ حزب الله جي پسپائي ٿي آهي ان جو اصل سبب هي هو جو اسرائيل لڳاتار حزب الله جي قيادت کي حملن ذريعي نشانو بنائي ان جي چيلهہ ڀڃي ڇڏي، جڏهن تہ ايران جي زيراثر لبنان جي حزب الله ئي بشار الاسد حڪومت جي سڀ کان وڏي پهريدار هئي. دمشق جي فتح بعد ابو محمد الجولاني جي ابتدائي طور سامهون آيل حڪمت عملي بظاهر مثبت نظر آئي آهي. هن جو چوڻ آهي تہ "هاڻي واپسي جو سوال ئي پيدا نہ ٿو ٿئي. اسان انتقام نہ وٺنداسين. بشار حڪومت جا جيڪي سپاهي هٿيار ڇڏي ڏيندا انهن کي معافي ڏني ويندي. هي امت مسلمہ جي تمام وڏي فتح آهي".

شام جي مڪمل آزادي هڪ وڏو هدف ۽ چئلينج آهي. اسرائيل- فلسطين جي حاليہ تنازعي جي پيش نظر شام جي نئين حڪومت لاءِ حڪمت عملي طي

ڪرڻ خود ”هيئة تحرير الشام“ جي قيادت جي بصيرت ۽ تدبر جو هڪ وڏو امتحان آهي. شام ۾ مختلف ملڪن جا مفاد جڙيل آهن. جن مفادن تان اهي آساني دستبردار نہ ٿي سگهن. شام جي سرزمين تي آمريڪا ۽ روس جا فوجي اڏا آهن. شام جي مڪمل آزادي تڏهن ممڪن ٿي سگهندي جڏهن بيروني افواج کان شام جي سرزمين مڪمل خالي ٿي وڃي.

هن وقت شام بري طرح ورهايل ۽ عبرت جو نشانو بڻيل آهي. شام جي مختلف حصن تي مختلف ڌرين جو قبضو ۽ اجاره داري آهي. هڪ غيريقيني واري صورتحال آهي. شام جو عوام ٻڏتر واري ماحول ۽ گهٽ ٻوسٽ جو شڪار آهي. دنيا جا ناميارا سياسي تجزيہ نگار بہ شام جي موجوده صورتحال بابت پير ڪوڙي ڪا راءِ ڏيندي نظر نہ ٿا اچن. ٻي پاسي سادگي وچان هِتي فرقہ پرست سوچ دمشق جي فتح تي وڏو جشن پڻ ملهايو آهي. ان ڪري شام ۾ آيل تبديلي جو گهڻ پاسائون مطالعو ڪرڻ ۽ هن صورتحال جي ظاهري توڙي پس پرده محرڪات ۽ هن تبديلي پويان موجود ”گهمسان“ کي سمجهڻ لاءِ ڳوڙهي مطالعي جي ضرورت آهي. هن تبديلي جو ايران، فلسطين، اردن سميت پوري خطي تي پڻ وڏو اثر مرتب ٿيڻو آهي. هر تبديلي خير يا شر جو هڪ پيغام کڻي ايندي آهي. شام جي موجوده صورتحال ۾ اهو چوڻ وقت کان اڳ هوندو تہ هي تبديلي ڪهڙي نويد کڻي آئي آهي!

هن وقت ضرورت آهي تہ پوري شام کي هڪ نظامِ اقتدار هيٺ متحد ڪري سيني جي حقوق جي مڪمل پاسداري ڪئي وڃي. شام جي تاريخ اهو سبق سيکاري ٿي تہ حڪمرانن جو اصل فرض رعيت جي خدمت آهي، اگر اهو اصول نظرانداز ڪيو ويو تہ اقتدار جي هي ”ميوزيڪل گيم“ صرف موت ۽ تباهي جا نشانات ئي باقي ڇڏيندي. شام جي سرزمين پڪاري ۽ ندا ڪري پئي تہ عوام جي خدمت ئي اصل حڪمراني آهي جيڪو ان اصول کي وساري ويهندو اهو بشارالاسد وانگر تاريخ جي انڌيرن ۾ گم ٿي ويندو!

# معراج النبيﷺ جي حقيقت تي جديد تبصرو ۽ ان جي حقيقت

از: ڊاڪٽر مفتي نجم الدين اشرفي

تو معنیٰ "والنجم" نہ سمجھا تو عجب کیا،
ہے تیرا مدو جزر ابھی چاند کا محتاج. (اقبال)

هن دور ۾ جديد سائنس به تسليم ڪري چڪي آهي ته فاصلن جو ختم ٿيڻ ۽ جسم جو هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ اک ڇنڀ ۾ پهچڻ قانونِ فطرت جي عين موافق آهي.

هڪ صدي قبل هڪ مشهور سائنسدان البرٽ آئن اسٽائن هڪ ٿيوري پيش ڪئي ته

روشني 186000ميل في سيڪنڊ جي رفتار سان پنهنجو سفر طي ڪري ٿي، جيڪڏهن

ڪو انسان 90 فيصد روشني جي رفتار سان سفر ڪري ته وقت ان تي نصف يعني اڌ رڪجي ويندو مثال طور هڪ ماڻهو ڪنهن جهاز ۾ سفر ڪري ٿو ۽ اهو جهاز 90 فيصد روشني جي رفتار سان سفر طي ڪري ته هو ڏهن سالن جو وقت طي ڪري ايندو ليڪن ان ۾ سوار ماڻهو تي وقت پنجن سالن جو گذرندو. ان کان بعد وري چيائين ته جيڪڏهن انسان سو فيصد روشني جي رفتار سان سفر طي ڪري ته وقت ان تي مڪمل رڪجي ويندو يعني ڪو ماڻهو اگر روشني جي رفتار سان سفر طي ڪندو ته پلي 50 سال لڳي وڃن ته به ان جي لاءِ وقت اتي جو اتي بيٺو هوندو. مطلب هتي 50 سال گذري ويندا ۽ ان انسان تي وقت بلڪل نه گذرندو.

ٻئي طرف اسلامي تعليمات جي روشني ۾ اسان مطالعو ڪيون ٿا ته نبي اڪرم نور مجسم رحمت دوعالمﷺ ڪي الله تعاليٰ معراج شريف جو ايڏو وڏو عظيم سفر براق جي ذريعي جسم پاڪ سان ڪرايو، ياد رهي ته اهو براق لفظ برق مان ورتل آهي جنهن جي معني آهي وڄ يعني بجلي ۽ اها برق واري روشني هن روشني کان هزار ڀيرا وڌيڪ تيز آهي.

الله تعالي حضور اڪرم نور مجسم رحمت دوعالمﷺ جن ڪي آسماني روشني يعني نور جي رفتار سان سير ڪرايو تانجو پاڻ جڏهن موٽي آيا ته پاڻي به وضو وارو هلي رهيو هو ۽ بسترو مبارڪ به گرم هو. جڏهن هي سڀ بقول آئن اسٽائن جي قوانين فطرت جي مخالف نه آهي ته پوءِ ڇا جي لاءِ البرٽ آئن اسٽائن جي ٿيوري کي ته مڃيو وڃي ٿو ليڪن رسول اللهﷺ جي جسماني معراج شريف جهڙي عظيم معجزو جو انڪار ڪيو ٿو وڃي؟ ڇا پلا فقط ان ڪري انڪار ڪيو ٿو وڃي ته آئن اسٽائن چيو هو ته ايڏو تيز رفتار سفر ممڪن ته آهي ليڪن ڪو انسان اهڙو تيز رفتار سفر ڪرڻ سان

زنده نه رهي سگهندو. آئون عرض ڪندس ته ان ڪي ئي ته نبي جو معجزو چئبو آهي. جديد سائنسي دوستن کان سوال آهي ته جيڪڏهن ڪا ٻي اهڙي ٿيوري اچي وڃي ته انسان 100 فيصد روشني جي رفتار سان سفر ڪري سگهي ٿو ته پوءِ ڇا هو معراج شريف کي مڃيندا؟ حالانڪ معراج شريف جهڙي عظيم معجزي جي نسبت رب ڪريم جل جلاله پنهنجي ذات ڏانهن ڪئي آهي ته مون سير ڪرايو آهي پنهنجي ٻانهي خاص کي رات جي ٿورڙي حصي ۾. الله تعاليٰ ته ان تي به قادر آهي جو روشني جي رفتار ته ڇا پر ان کان به وڌيڪ

رفتار ۾ سفر طي ڪرائي سگهي ٿو، ڇاڪاڻ ته هو سبحان آهي ۽ هرچيز تي قادر آهي.

البرٽ آئن اسٽائن جي 20 صدي جي ٿيوري جيڪا هن وقت به تحقيق جي محتاج آهي

مگر قرآن ڪريم هن وقت به حتمي ۽ يقيني رهبر ۽ رهنماء آهي. اهڙا واقعات قرآن

ڪريم ۾ ڪافي جاين تي موجود آهن جن مان وقت جو رڪجي وڃڻ ۽ فاصلن جو ختم ٿي وڃڻ ثابت آهي. مثال طور سوره ڪهف ۾ لکيل آهي ته ڪجھ ماڻهو هيا جن وجي غار

۾ پناه ورتي ۽ اتي سمهي پيا 300 سال انهن تي گذري ويا 300 سالن کان بعد اهي جڏهن ٻاهر نڪتا ته ٿن صدين جيترو طويل وقت گذري چڪو هو.

ٻيو مثال حضرت عزير عليہ السلام جو آهي ته انهن جو هڪڙي ويران بستي مان گذر ٿيو اتي خيال ڪيائون ته هن بستي کي ڪيترو وقت گذريو هوندو؟ هن بستي وارن کي الله تعاليٰ ڪيئن زنده ڪري ٻيهر اٿاريندو؟ سواري ۽ ماني به ساڻ هين، پاڻ اتي ماني رکي ۽ سواري کي ٻڌي ٿورو آرام ڪرڻ لاءِ ستا. الله تعاليٰ اتي ئي انهن کي ڊگهي ننڊ ڏئي ڇڏي 100 سالن تائين اتي ستل رهيا. رب ڪريم جل جلاله سواري جي مٿان وقت گذاريو پر سندن تي ۽ ماني تي وقت نه گذريو. 100 سالن کان بعد پاڻ بيدار ٿيا، رب ڪريم

ڪين فرمايو ته هتي اوهان ڪيترو وقت گذاريو آهي؟ تنهن تي پاڻ فرمايائون ڏينهن جو

ڪجھ حصو! رب ڪريم ارشاد فرمايو ته اوهان هتي 100 سالن تائين ستل

هئا. جڏهن ته سواري جا هڏا چمڪن پيا ۽ ماني ترو تازا لڳي پئي هئي تنهن تي رب

ڪريم ارشاد فرمايو ته اسان اهڙي طرح ٻيهر جياريندا سين.

هي به مثال ڏنم هڪ ٽائيم جو ۽ ٻيو فاصلي جو. هڪ اهڙو به مثال پيش ڪيان ٿو جنهن ۾ ٽائيم ۽ فاصلي ٻنهي جو ذڪر آهي اهو به قرآن پاڪ ۾ ئي موجود آهي. اهو حضرت سليمان عليہ السلام جو واقعو سوره نمل ۾ موجود آهي ته پاڻ تخت بلقيس جي حوالي سان پنهنجي دربار ۾ اعلان ڪيائون ته بلقيس جي اچڻ کان پهرين توهان مان ڪير اسان جي بارگاه ۾ ان جو تخت کڻي ايندو؟ هڪ جن چيو ته توهان حويلي شريف مان اجا ٻاهر ئي نه نڪرندو ته مان تخت اوهان جي آڏو پيش ڪندس. اهو مفاصلو تقريباً چار سو ميلن ٽائين ٻڌايو وڃي ٿو.

حضرت سليمان عليہ السلام الله تعالي جا نبي هئا ۽ اهي سمجهن پيا ته اها ڳالهه الله پاڪ جي قدرت جي آڏو ڪجهه به نه آهي. ارشاد فرمايائون اها گهڻي دير آهي مونکي انڪان به جلدي کپي ڪو آهي جيڪو ان کان به اڳ ۾ تخت کڻي اچي؟ هڪ امتي جنهن جو نالو آصف بن برخيا هو ان عرض ڪيو سائين اوهان حڪم ڪيو توهان جي اک مبارڪ بند ڪري کولڻ کان اڳ ۾ اهو تخت آئون اوهان آڏو پيش ڪندس. حضرت سُليمان عليه السلام کين اجازت ڏني ۽ جيئن ئي انهن پنهنجي اک مبارڪ کي بند ڪري کوليو ته تخت سندن سامهون موجود هو.

مطلب ته وقت ۽ فاصلن جو مٽجڻ قرآن ڪريم مان ثابت آهي ۽ اسان جي آقا ڪريم ﷺ

جي معراج شريف جهڙو عظيم معجزو رهندي دنيا تائين انسان کي هن ميدان ۾ عاجز ڪندڙ آهي تنهن ڪري انسان کي گهرجي ته غور ۽ فڪر ڪري ۽ حق کي تسليم ڪري. صرف اسان کي غور و فڪر ڪرڻ جي ضرورت آهي جنهن وقت اسين قرآن ڪريم ۾ غور ۽ فڪر ڪنداسين ته هي ڪائناتي اسرارن تان پردا هٽي ويندا.

رب ڪريم جل جلاله قرآن پاڪ ۾ دعوت فڪر ڏيندي ارشاد فرمائي ٿو: هو اٺ جي خلقت ڏانهن چو نه ٿا ڏسن ته اهو ڪهڙي طرح پيدا ڪيو ويو؟ ۽ آسمانن ڏانهن چو نه ٿا ڏسن انهن کي ڪهڙي طرح ڪڙو ڪيو ويو آهي؟ ۽ جبلن ڏانهن چو نه ٿا ڏسن ته انهن کي ڪهڙي طرح نصب ڪيو ويو آهي؟ ۽ زمين ڏانهن چو نه ٿا ڏسن ته ان کي ڪهڙي طرح وڇايو ويو آهي؟.

جديد سائنس معراج شريف جهڙي عظيم
معجزي کان انڪار ڪرڻ بجاءِ ڏينهون
ڏينهن ان جي حقائق کي مڃيندي نظر اچي
ٿي

# تڪراري ڪئنال سنڌ سڪائڻ جو منصوبو

از : ابو طلحه سنڌي

پاڻي پيئڻ جي لاءِ هجي يا ٻنيءَ جي استعمال لاءِ ٻنهي صورتن ۾ پاڻي کي روڪڻ اسلام ۾ ڏوهه قرار ڏنو ويو آهي جهڙي طرح پيئڻ جي پاڻي کي روڪڻ سبب اڃ جي شدت جي ڪري انساني جانيون ضايع ٿي سگهن ٿيون ساڳي طرح ٻنيءَ لاءِ ڪنهن علائقي کي پاڻ ڪان محروم ڪرڻ سان اهو علائقو ويران ٿي سگهي ٿو ۽ ان علائقي جا ماڻهو قحط ۽ بک ۾ مبتلا ٿي سگهن ٿا جنهن سان ڪيترائي انسان مري سگهن ٿا ان ڪري اسلام ۾ اهڙو عمل ڏوهه ۽ ناقابل معافي جرم آهي.

حضرت ابو قلابه ۽ حضرت حسن رضي الله عنهما رسول اللهﷺ کان روايت ڪن ٿا پاڻ سڳورن فرمايو:

جنهن شخص وڌيڪ پاڻي روڪيو صرف ان لاءِ ته جيئن هيٺين سطح وارن کي ٻنيءَ جي پيداوار کان محروم ڪري ڇڏي ته اهڙي شخص کي الله تعاليٰ پنهنجي فضل کان محروم ڪري ڇڏيندو.

(ڪتاب الاموال، امام ابو عبيد ص:296، طبراني: 14576 )

اسلام ان ڳالهه جي به اجازت نٿو ڏيئي ته ٻئي جي حق تي ڌاڙو هنيو وڃي رسول اللهﷺ جن فرمايو: اهو شخص ملعون آهي جيڪو ڪنهن مسلمان يا غير مسلم کي نقصان پهچائي اهڙي شخص تي لعنت آهي

(ڪتاب الخراج، امام ابو يوسف ص:157)

اهڙي طرح شرىعت ۾ ضرورت ڪان وڌيڪ پاڻي روڪڻ ڪان به جهليو ويو آهي حديث پاڪ ۾ آهي: ماڻهن کي وڌيڪ پاڻي روڪڻ نه ڏنو وڃي ته جيئن ماڻهو گاهه پوکڻ ڪان محروم نه رهن

(بخاري حديث#:2353 /مسلم حديث#: 1566)

اسلامي احڪامن جي روشني ۾ پاڻي جي ورڇ جي اهڙي منصافانه پاليسي هئڻ گهرجي جنهن سان ڪنهن به طبقي يا علائقي کي ڪو نقصان نه رسي ۽ نه ڪنهن جو حق مارجي، ائين نه ٿيڻ گهرجي جو هڪڙي علائقي جا ماڻهو ته ان مان فائدو حاصل ڪن پر ٻين علائقن جا ماڻهو محروم رهجي وڃن، اهڙي طريقي سان بيراجن جي پاڻي جي غلط استعمال کي به ختم ڪيو وڃي ائين نه ٿئي جو مٿين علائقن جي بيراجن کي پورو پاڻي ڏنو وڃي ۽ هيٺين علائقن وارا پاڻي جي هڪ قطري لاءِ ترسندا وتن. جيڪڏهن ائين نه ڪيو ويو ته پوءِ ڪافي مسئلا پيدا ٿي پوندا نتيجي ۾ هڪ ٻئي

خلاف نفرت ۽ ناراضگيون پيدا ٿينديون جنهن مان جاهليت واري عصبيت اپرندي.

اسان جي ملڪ ۾ پاڻي جي ورهاست جو تڪرار انگريزن جي زماني کان هلندڙ آهي ان وقت به مکيه ڌريون پنجاب ۽ سنڌ هيون ليڪن ان دور ۾ ٻنهي مکيه ڌرين جا نمائندا انگريز هئا جيڪي غيرجانبدار هئا پر تنهن هوندي به پاڪستان نهڻ تائين تڪرارن جو فيصلو نه ڪري سگهيا پاڪستان نهڻ ڪانپوءِ جڏهن انگريز هليا ويا ۽ مقامي ماڻهو مالڪ ٿيا ته سنڌ ۽ پنجاب صوبن جي وچ ۾ پاڻي جي ورهاست جو مامرو اجا وڌيڪ ڳنڀير ٿي ويو اهو مسئلو ڪافي سالن تائين نبري نه سگهيو بالآخر 1991ع ۾ پنجاب ۽ سنڌ جي وچ ۾ پاڻي جي ورهاست تي اتفاق راءِ سان ناهه ٿي ويو.

معاهدي تحت پنجاب کي خريف ۾ 37.07 ۽ ربيع ۾ 18.87 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي ملندو

جيڪو ڪل پاڻي ٿيندو 55.94 ملين ايڪڙ فٽ.

جڏهن ته سنڌ کي خريف ۾ 33.94 ۽ ربيع ۾ 14.82 ملين ايڪڙ فٽ ملندو ۽ اهو ڪل ٿيندو 48.76 ملين ايڪڙ فٽ.

ڪي پي ڪي کي خريف ۾ 3.48 ۽ ربيع ۾ 2.30 جيڪو ڪل ٿيندو 5.78 ملين ايڪڙ فٽ.

۽ بلوچستان کي خريف ۾ 2.85 ۽ ربيع ۾ 1.02 جيڪو ڪل 3.78 ملين ايڪڙ فٽ ٿيندو.

انهي سان گڏوگڏ انهي ڳالهه کي به مڃيو ويو ته سمنڊ جي پاڻي کي روڪڻ لاءِ ڪوٽڙي کان هيٺ 10 ملين ايڪڙ فٽ جي ضرورت آهي جنهن تي وڌيڪ اڀياس ڪري گهٽ مان گهٽ ضرورت جيتري مقدار جو تعين ڪري اوترو پاڻي ڪوٽڙي بئراج کان هيٺ ڇڏيو ويندو ليڪن اڄ تائين ان جو صحيح اڀياس ڪري اوترو پاڻي نه ڇڏيو ويو جنهن سبب سمنڊ وسيل زمين ڳڙڪائي پيو ڪيترا ئي پڪي پڪڻ ناپيد ٿيندا پيا وڃن پلو حيدرآباد تائين اچڻ بند ٿي ويو آهي مويشي ۽ مال متاع گهٽجي رهيو آهي مهاڻا لڏ پلاڻ ڪري رهيا آهن بدين ۽ ٺٽي ضلعن جي ساحلي پٽي جا ماڻهو غربت جي لڪير لنگهي چڪا آهن.

بهرحال 1991ع واري معاهدي تحت اڄ تائين سنڌ کي پنهنجي حصي جو پورو پاڻي نه ملي سگهيو آهي جنهن سبب سنڌ جي زراعت تي ناڪاري اثر پئجي رهيا آهن زمين بنجر ٿيندي پئي وڃي ان باوجود صرف هڪ صوبي کي فائدو پهچائڻ لاءِ باقي صوبن کي نظر انداز ڪندي ڪيڏي مهل ڪالا باغ ڊيم ناهڻ جا اعلان ته وري ڪيڏي مهل بيا تڪراري ڪئنال سنڌو دريا مان

ڪيڏي سنڌ جي حقن تي ڌاڙا ھڻڻ جي ڪوشش ٿيندي رھي آھي.

ھينئر وفاقي حڪومت پنجاب جي فرمائش تي پنجاب جي ريگستان چولستان کي آباد ڪرڻ لاءِ سنڌو دريا مان 176 ڪلوميٽر ڊگھو چولستان ڪئنال ڪيڻ جي منظوري ڏيئي ڇڏي آھي جيڪو دراصل سنڌ کي سڪائڻ جي منصوبو ۽ سازش آھي سنڌو دريا مان وڏيڪ ڪئنال ڪيڻ جي اجازت ڏيڻ جو مطلب سنڌ کي بنجر بنائڻ ۽ سنڌ جي ماڻھن کي بکيو ۽ اجيو مارڻ آھي ڇاڪاڻ ته سنڌو دريا سنڌ واسين جي جياپي جو ذريعو آھي

تنھن ڪري سنڌ جو عوام ڪنھن به صورت ۾ ان تڪراري ڪئنال ڪيڏي سنڌ جي حقن تي ڌاڙو ھڻڻ ۽ پنھنجي ڌرتي کي سڪائڻ جو منصوبو ڪامياب ٿيڻ ڪونه ڏيندو.

ھي ڪنھن خاص قومي، سياسي يا مذھبي پارٽي جو اشو ناھي بلڪ سيني سنڌ واسين جو مشترڪه مسئلو آھي تنھن ڪري سنڌ جي ھر فرد کي پنھنجو آئيني حق استعمال ڪندي پرپور احتجاجي مزاحمت ڪرڻ گھرجي ۽ پنھنجي حق جي لاءِ آواز اٿارڻ گھرجي.

حضرت عمر رضي الله عنه جي دور خلافت ۾ ڪن ماڻھن ٻين کي پاڻي ڏيڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو جڏھن حضرت عمر رضي الله عنه کي ان جو اطلاع ڏنو ويو ته پاڻ فرمايائون: توھان انھن کي ھٿيارن جي زور سان ڇو نه روڪيو؟

اھڙي طريقي سان ٻئي موقعي تي پاڻي روڪڻ سبب ھڪڙو شخص اڃ وگھي مري ويو تنھن تي حضرت عمر رضي الله عنه جن پاڻي روڪيندڙ کي قتل جو ڏوھي قرار ڏيئي ڪائنس مقتول جي ديت(خون بھا) ورتي.

(ڪتاب الخراج، يحيٰ بن آدم ص: 137)

تنھن ڪري پنھنجي حق جي لاءِ جائز طريقي سان جدوجھد ۽ مزاحمت ڪرڻ سيني جو قانوني ۽ شرعي حق آھي.

# اياز ميلي ۾ فڪرِ اياز سان دغا

از: ابو عمر غلام مجتبيٰ چنا

اياز ميلو خير سان ٽي گذريو پر مان ان ميلي جي ڪار گذارِي ڪري دلي طور شيخ اياز ڪان شرمسار آهيان چو جو هڪ پاسي اياز ڪي ايترو وڏو ايونٽ منعقد ڪري جنهن ۾ بلا مبالغو جنهن جي لاڳت لکن جي انگ ڪان وڌيڪ آ پيتا پئي ڏني وجي ته ٻئي پاسي فڪرِ اياز ڪان سراسر بغاوت ڪئي پئي وجي ، هڪ پاسي درٻاري غلام ٻڻيل انتظاميہ فقط سرڪاري بجيٽ کي ٻهاري ڏيڻ لاءِ سرڪار آڏو ليٽي پئي آ ته ٻئي پاسي بدنظميءَ ڪري پوليس نوجوانن تي تشدد ڪري ٿاڻي اندر بند ڪيو ، ٽئين پاسي رڳو جهمريون ، ڊانس ۽ ميوزڪ پارٽيءَ ته ڪرايو ويو پر ڪوئي به سنجيدگيءَ سان سنڌ جي ڪنهن قومي مسئلن لاءِ ( نوان نهنڌڙ ڪينال ، بد امني ، تعليم ، بيروزگاري ، صحت جا مسئلا ، پريا ڪماري ، نصراللہ گڏاڻي ، ايڪسٽرا جوڊيشل ڪلنگ واقعات) ڪو آواز نہ اٿاريو ويو .

اهڙي ئي محفل جڏهن شيخ اياز جي دور ۾ اديبن جي قومي ڏينهن ’جشن روح رهاڻ‘ ڪرائي وئي ته اياز اُن تقرير ۾ چيو ته " حُب الوطني، فني ديانتداري، عالمي امن، سماجي انصاف، اقتصادي برابريءَ لاءِ جدوجهد ۽ هر ترقي پسند قوم جي حمايت رڪاوٽن جي باوجود، اُهي مقصد آهن جن لاءِ اسان هر سال هتي ڪَٺا ٿيون ٿا. هن دور ۾ جڏهن انعامن اڪرامن، سيرن سفرن ۽ وظيفن تي مخبر فروشيءَ جي بازار گرم آهي، تڏهن اسين ئي آهيون، ظلم، ڏاڍ ۽ جبر سَهڻ جي باوجود ايتري ادبي جنبش آندي اٿئون، جو ڪفر جا ڪوٽ لُڏي رهيا آهن، ۽ مورچن تي پهريدار پنهنجو توازن برقرار نٿا رکي سگهن، ڏڪن ۽ ٿڙن پيا. تاريخ جي ڌارا کي وِڦلي ۽ وهلور وجي ڪوبہ روڪي نٿو سگهي، ارتقا جو وهڪرو رجعت پرستيءَ کي لوڙهي لَٽي تو چڏي."

شيخ اياز کي جيڪڏهن پيتا پئي ڏني وجي ته گهٽ ۾ گهٽ سندس ڪردار ڏسجي ها ته ون يونٽ هجي يا آمريت ۽ سامراجيت جڏهن سنڌي ٻوليءَ ، تهذيب تمدن ، ثقافتي ورثو ، تاريخي قدر ۽ روايتون خطري ۾ هيون سنڌ جو تاريخي تهذيبي تشخص ڪمزور ٿيندو پئي ان وچ ۾ سامهون طاقت ، ڏاڍ ۽ ظلم هيو ته اياز جي قلم جي نِبَ تلوار بڻجي نوجوان جي روح ۾ سنڌ جي قومي مسئلن لاءِ سر ڏيڻ لاءِ بہ نہ ڪيٻائڻ جو ڏڳ ڏيندي چيو

بي موت مئا تولاءِ ڪنا انسان هزارين
ما نه رڳو،
هن دنيا ۾ اي ديس! هيا نادان هزارين
ما نه رڳو،

جي راه اجل ڪنهن ورتي آ، هن پونءِ
ڪئي ٻي پرتي آ
هي ڌرتي توکي پرتي آ، مهمان
هزارين مان نه رڳو،
تون چئو نه ڪچان، تون چئو نه
لچان، پر توکان هڪڙي ڳالھ
پڇان،
تون ڪنهن ڪنهن کي خاموش
ڪندين، اعلان هزارين مان نه رڳو،
هي دور "اياز" گذرٽو آ، ۽ پنهنجو
وارو ورٽو آ،
کو ٻارڻ نه ٻرٽو آ، امڪان هزارين
مان نه رڳو
پر ميلي ۾ درٻاري دانشور ڪيئن
زرداري خلاف ڪُڇن سمورو فنڊ جيڪو
پورو سال هلندو سو بند ٿوروئي ڪرائٽو آ ،
ادي فريال جي ڪاوڙ کي ڪير منهن ڏيندو
با ، باقي لٻاڙ هٽي ڇڏيائون ته ستر لکن جا
ڪتاب وڪرو ٿيا آهن ، جيڪو پڙهي ٿو سو
ڪِلي ٿو ته ڪراڙيون بيوٽي پارلرز جي
ڪمائي ضرور ايتري ٿي هوندي جو سٺ جي
انگ کي ٽيھ ڪرڻ ۾ خرچ گهٽو لڳندو باقي
بڪ اسٽالز جو حوال ته امداد حسيني صاحب
جي وني صاحبہ ڏنو ته امداد حسيني جا ڪل
ست ڪتاب وڪرو ٿيا اياز کي ته جڏهن جيل
جون سزائون ڏنائون پر ڪجھ ڪين وريو ته
سرڪاري آچ ڪئي وئي جنهن تي نهڪر
ڪري لکيائين ته

منهنجو اڱھ پڇين ٿو آمر،
منهنجا گيت ڳنهي سگهندين تون؟
۽ جو توسان سينو ساهي،
پير ڪڙين ۾ آيو آهي،
تنهن سان گيت ورهايان بينو،
چوواٽي تي ڳايان بينو.
وري چيائون تہ
جي هانءُ نہ هارين کوهيارل! هي
ڏينهن بہ گهاري ويندا سين
چو پير پساري وينو آن، اُٺ ڏونگر
ڏاري ويندا سين
(کي جو ٻيجل ٻوليو ص 98)
هئڻ تہ هيئن گهرجي ها تہ هڪ پاسي
مضبوط ترين پليٽ فارم تان شيخ اياز جي
مزاحمتي ، انقلابي شاعري ۽ مستقل مزاجي
سان جدوجهد جي ڪهاڻين ذريعي عوام ۾
قومي حقوق جو اتساهہ پيدا ڪيو وڃي ها
ٻئي پاسي وري رياستي ادارن جي سامهون
سنڌ جي حقوق جي رٽ قائم ڪئي وڃي ها
پر جيڪي فقط نفس جي تسڪين خاطر
راڳ ۽ جُهمر جون محفلون ڪرائيندڙ هجن
اهي ڪيئن چاهين تہ اهو رؤنشو ڪري اياز
جي روح کي رنجائجي ٿو ڪا خدمت نہ ٿي
ڪئي وڃي ، جنهن کي هي سنڌ جو شعور
ڪونين پيا انهن کي شيخ اياز جي تقرير
جيڪا رشيد ڀٽيءَ قلمبند ڪئي
'جهولَ ۾ گُلَ، هَٿَ ۾ مَشعل' مان
هڪ حصو ياد ڏياريندو هلان چيائين « جديد

ادب حق ۽ باطل جو شعور آهي، ادب ۾ اجتهاد آهي، ادب ۾ اجتهاد زندگيءَ جي اجتهاد جي ابتدا آهي. ادب اديب جي روح جو اولڙو آهي. ان کي ڪو مقصد آهي، مقصد پنهنجي قوم لاءِ. جڏهن قوم جي زبان، تهذيب ثقافت خطري ۾ هجن، ته مقصد انهن جي بچاءُ کان وڌيڪ ٻيو ڪهڙو ٿي سگهي ٿو! هر وقت سياسي ۽ سماجي موضوع به ادب ۾ ٺيڪ نه لڳندا آهن، پر مٿين حالتن ۾، سياسي ۽ سماجي مقصدن تي، انهن کي ترجيح ڏيڻ ضروري آهي. ادب سياست نه آهي، پر ادب جي سياسي ۽ سماجي ڪارج ۽ افاديت کان انڪار به نٿو ڪري سگهجي.

ساڳي ئي تقرير ۾ هن اديبن کي مخاطب ٿيندي چيو ته هيءُ دور نِهائينءَ جي نِينهَن وارو نه آهي، اندر نه پَچرو، باهه ٻافَ ڪيو، ڦاٽو، چو جو وقت جي صدا ڪان ڪن لاٽار موت جي اڳڪٿي آهي. اِهو ئي اڄ جي سنڌي ادب جو فرض آهي. اِهو ادب جيئرو آهي ته سنڌ، موهن جو دڙو ۽ ڀٽائي جيئرا آهن. ان (نئين ادب) جا ويري سنڌ جا دشمن آهن، ملير جي مٽيءَ جا دشمن آهن. هن ڪوڙهيي سماج جو روح به ڪوڙهيو آهي. ڏاڍ ڏمر ڪان منهن موڙيندڙ ڪانئر، رجعت پرست ۽ فراريت پسند اديب ڪاري ڪُوهَ ۾ ڪُوڙ جي ڪِنگري آهي.

جهوني ڪوڙ سان منهنجو جهيڙو
هلندو آخر تائين،
نئون نئون سچ تون ڳوليندين،
جيئين شال سدائين!
ڏرتيءَ جي ڏک ۾ آ منهنجو چاهه
اِنهيءَ لَيءِ لال!
نئون نئون سُکُ جئن تون ماڻين،
جيئين سدائين شال!
ممڪن آهه ته ڌرتيءَ جو ڏک پورو
ڪونه ٿئي،
ممڪن آهه ته تنهنجو بابا وڙهندي
جان ڏئي!
ممڪن آهه ته مون ڪان پوءِ پيي،
ڏکيو ٻُکيو انسان،
ڳيي ڳيي لَيءِ ڳاٽ جُهڪائي، هجي
اجان حيران!
ان صورت ۾ منهنجا منڙا! جيئين
شال سدائين!
تون به ائين ئي وڙهندو رهجانءِ،
پنهنجي آخر تائين.
نيٺ ته ڍهندو ڪوڙ، سدائين جنهن
کي ناهه ثبات،
نيٺ ته ڦُٽندو سچ جو سورج، نيٺ ته
کُٽندي رات!
(پونر پري آڪاس، ص179)

# تصوف ۽ اسان جومعاشرو

از: ڈاڪٽر نجم الدين اشرفي

بسم الله الرحمٰن الرحيم

اَلْيَوْمَ اَكْمَلْتُ لَكُمْ دِيْنَكُمْ وَاَتْمَمْتُ عَلَيْكُمْ نِعْمَتِيْ وَرَضِيْتُ لَكُمُ الْاِسْلَامَ دِيْنًا

اڄ ڪامل ڪيم اوهان لاءِ اوهانجو دين ۽ پوري ڪيم اوهان تي پنهنجي نعمت ۽ پسند ڪيم اوهان لاءِ اسلام ڪي دين بنائي

(سورة المائده آية نمبر 3)

جئين ته دين اسلام هڪ مڪمل ضابطه حيات آهي زندگي جو اهڙو ڪو به پاسو نه آهي جنهن ۾ دين اسلام اسان جي رهنمائي نه ڪندو هجي. دين اسلام هر پاسي ڪان هڪ ڪامل ۽ مڪمل دين آهي جيڪو نه صرف گناه ڪان روڪي ٿو ۽ نيڪي جو حڪم ڪري ٿو بلڪ ان برائي ۽ نيڪي جي رستن ڪان پڻ چڱي طرح آگاهي ڏئي ٿو. ان رستن جي لاهن ۽ چاڙهن ڪان پڻ مڪمل روشناس ڪرائي ٿو نه صرف ان جي ظاهري بلڪ ان جي باطني ڪيفيات جي طرف به ڪامل رهنمائي فرمائي ٿو پوءِ دين اسلام جي اصولن تي هلندي ان باطني ڪيفيات مان هڪ هي به آهي جو انسان ڪي نيڪي جي محبت ۽ برائي سان نفرت پيدا ٿئي ٿي جهڙي طرح هڪ عاقل انسان ڪي خوشبوءِ سان محبت ۽ بدبوءِ سان نفرت ٿئي ٿي بلڪ اهڙي طرح انسان ڪي نيڪي سان خوشبوءِ حاصل ٿيندي آهي ۽ برائي ڪان بدبوءِ ايندي آهي.

مزا تو تب ہے جب دل کا رنگ بھی تبدیل ہو
پھول کھلنے سے نہ آئی ہے نہ جاتی ہے بہار

پوءِ انسان جڏهن چڱائي جي رستي تي هلندو رهندو آهي ته رب ڪريم پنهنجي خاص بارگاه جي طرف ان ڪي رستو ڏيکاريندو آهي.

وَالَّذِيْنَ جَاهَدُوْا فِيْنَا لَنَهْدِيَنَّهُمْ سُبُلَنَا

۽ جن ڪوشش ڪئي اسان جي واٽ ۾ البته ضرور ڏيکاريندا سون انهن ڪي واٽون پنهنجون

(سورة العنڪبوت آية نمبر 69)

۽ ان جي نشاني هي آهي ته ان جي وجود ۾ نور پيدا ٿي پوندو آهي جنهن نور سان هو قرب خداوندي ۾ سفر ڪندو آهي ۽ پنهنجي رب ڪريم جي خاص بارگاه قرب تائين رسائي حاصل ڪري وٺندو آهي.

اِنَّ اللّٰهَ مَعَ الَّذِيْنَ اتَّقَوْا وَّالَّذِيْنَ هُمْ مُّحْسِنُوْنَ

بيشڪ الله انهن سان گڏ آهي جيڪي پرهيزگار بڻيا ۽ انهن سان جو اهي نيڪي ڪندڙ آهن.

(سورة النحل آية نمبر 128)

بس عمل صالح سان بس نور باطن حاصل ڪري رب ڪريم جي خاص دربار قرب تائين پهچڻ جي رستي جو نالو تصوف آهي ۽ ان رستي تي هلڻ واري کي صوفي چيو ويندو آهي.

فَمَنْ كَانَ يَرْجُوْا لِقَآءَ رَبِّهٖ فَلْيَعْمَلْ عَمَلًا صَالِحًا وَّلَا يُشْرِكْ بِعِبَادَةِ رَبِّهٖۤ اَحَدًا

پوءِ جيڪو اميد رکي ٿو پنهنجي رب سان ملڻ جي پوءِ جڳائي ته ڪري عمل صالح ۽ نه شريڪ بنائي پنهنجي رب جي عبادت ۾ ڪنهن هڪ کي.

(سورة الڪهف آية نمبر 110)

اسان جي معاشري ۾ ماڻهن علم ۽ علماءَ جي صحبت اختيار نه ڪرڻ جي ڪري اڪثر ماڻهون اهڙن شخصن کي صوفي سمجهڻ شروع ڪري ڇڏيو جنهن جو شريعت مطهره سان پري جو واسطو به نه آهي بلڪ اڪثر ته شريعت مطهره جي مخالفت ڪندي صوفيت جا دعويدار نظر ايندا آهن ان جو نتيجو هي نڪتو ته اسان ڪڏهن ڪنهن گند ۾ ويهڻ واري کي مجذوب اعظم ته ڪڏهن عورتن جي هجوم ۾ نچڻ واري کي ولي ڪامل سمجهڻ لڳاسين ته ڪڏهن جن ڪيڻ واري کي غوث ۽ قطب سمجهڻ لڳاسين.

اِنَّ الَّذِيْنَ يَسْتَكْبِرُوْنَ عَنْ عِبَادَتِيْ سَيَدْخُلُوْنَ جَهَنَّمَ دٰخِرِيْنَ

بيشڪ اهي ٻانها جيڪي وڏائي ڪن ٿا منهنجي عبادت کان جلد داخل ٿيندا جهنم ۾ ذليل ٿي .

(سورة المؤمن آية نمبر 60)

دراصل ان جو اصل ڪارڻ اسان جي دين کان دوري ۽ علم ۽ علماءَ جي دامن سان نه چنبڙڻ آهي جڏهن کان وٺي اسان علماءَ ڪرام کان دوري ڪئي آهي تڏهن کان اسان وٽ تصوف جي نالي تي اهڙي شعبده بازي روزانو ڏسڻ ۾ اچي ٿي جنهن جو نقصان اهو به ٿيو آهي ته نوجوان نسل مروجه تصوف کي ان باطل رنگ ۾ ڏسي تصوف جي خلاف ڳالهائيندي نظر اچي ٿي.

دين اسلام ۾ صوفياءِ ڪرام جا جيڪي ديني ۽ علمي ڪارناما آھن اھي ايتري قدر تہ ڪثير آھن جو ان لاءِ ھڪ جدا ضخيم ڪتاب جي ضرورت آھي مگر ھتي ايتري قدر لکڻ ضروري ٿو سمجھان ته صوفياءِ ڪرام جو وڏو ڪارنامو ھي آھي تہ انھن دين اسلام جي حقانيت کي صرف زباني ڳالھ ٻولھ سان نہ سمجھايو ان ڪري ھڪ صوفي جي زندگي اسلام جي ھڪ جيئري جاڳندي تصوير ھوندي آھي.

ھڪ صوفي جي زندگي جي شروعات ۽ اختتام فقط پنھنجي پالڻھار جي لاءِ ھوندو آھي. ان جو جيئڻ ۽ مرڻ پنھنجي رب ڪريم لاءِ ھوندو آھي ڇاڪاڻ تہ ان لاءِ ان جو پالڻھار صرف معبود نہ بلڪ ان جو مقصود مطلوب ۽ محبوب ھوندو آھي ان جي زندگي جو مرڪز پنھنجي محبوب جي رضا ھوندي آھي. ان ڪري ھو ھر وقت ان جي رضا طلبيندو آھي ۽ زبان حال سان چوندو رھندو آھي.

"ناھي مقصود منھنجو مگر تون ۽ رضامندو ٿو طلبيان تنھنجو اي رب منھنجا".

ان ڪري ھو تمام غيرشرعي ڳالھين کان پري رھي ٿو ۽ ھر اھم ڪم ڪري ٿو جنھن جو ان جي محبوب حڪم ڪيو آھي ۽ ھر ان ڪم کان رڪجي وڃي ٿو جنھن کان رڪجي وڃڻ جو ان جي محبوب حڪم ڏنو ھجي.

بس جڏھن بہ ڪنھن انھن صفتن واري صوفي جي صحبت حاصل ٿئي تہ ان کي پنھنجي لاءِ غنيمت شمار ڪرڻ گھرجي ڇاڪاڻ تہ نيڪن سان گڏ ويھندڙ ڪڏھن نيڪين کان خالي ناھي رھندو.

رب ڪريم اسان کي تصوف جي صحيح معنيٰ سمجھڻ ۽ پنھنجي انھن خاص صوفي ٻانھن جي رستي تي ھلڻ جي توفيق عطا فرمائي جن جي رسائي ان پالڻھار جي خاص بارگاہ قرب تائين آھي. آمين

# ڇا قائد اعظم سيڪولر پاڪستان چاهين پيا؟

از: بلاول مگسي

پاڪستان جي قيام کان پوءِ اهو بحث شروع ٿيو ته پاڪستان جي باني قائداعظم محمد علي جناح نئين رياست لاءِ ڪهڙي قسم جو نظام حڪومت نافذ ڪرڻ چاهن پيا. ان سلسلي ۾ گروهه بندي شروع ٿي وئي، لبرل سوچ رکندڙ ماڻهن قائداعظم جي فڪر کي لبرل ازم سان تعبير ڪيو، جڏهن تہ ڪجھ ماڻهن سوشلزم جا نعرا هڻڻ شروع ڪيا.

جيڪڏهن اسان پاڪستان جي تحريڪ تي گهري نظر وجهون ته معلوم ٿئي ٿو ته پاڪستان تحريڪ ۾ مجموعي نعرو اسلامي نظام جي نفاذ جو هو ان وقت پهريون نعرو ”پاڪستان جو مطلب ڇا آهي: لاالہ الا الله محمد رسول الله“ هو.

پر سيڪيولرزم جا حامي ان ڳالھ جي وضاحت نٿا ڪن ته جنهن جناح قوم جي سامهون ٻه قومي نظريو پيش ڪيو ان ٻه قومي نظريي جو بنياد مذهبي رسم و رواج تي هو سو اهو جناح صاحب اوچتو ڪيئن سيڪيولر ٿي ويو؟

هزارين ماڻهن سنڌس ٻه قومي نظريي جي ڪري قربان ٿيا مذهب جي بنياد تي ورهاڱي جي ڪري هر طرف قتل عام جي بازار گرم هئي هندوستان ۾ مذهبي اختلافن جي باوجود صدين کان گڏ رهندڙ ماڻهو ٻه قومي نظريي جي ڪري جدا ٿي رهيا هئا ته پوءِ اها سيڪيولرازم ڪٿان کان آئي؟

سوال اهو آهي ته قائداعظم جيڪڏهن سيڪيولر ۽ لبرل ذهن جو مالڪ هو ته پوءِ علامه اقبال جهڙو بنياد پرست مسلمان جو چونڊيو ويو؟ ڇا علامه اقبال جهڙو قدامت پسند مسلمان، جنهن جو هٿ تاريخ جي نبض تي هو مسلمانن جي اڳواڻي لاءِ ڪنهن لادين شخص کي چونڊيندو؟ بالڪل نه!

دراصل قائداعظم محمد علي جناح هڪ جمهوري اسلامي رياست چاهيندا هئا جنهن جي گواهي سندس جي خطبن ۾ موجود آهي هيٺ سندس جي مختلف خطبن جا حصا ذڪر ڪجن ٿا جن مان اسلامي رياست جو تصور واضح آهي.

→ □ ”وہ کونسا رشتہ ہے جس میں تمام مسلمان منسلک ہو کر جسدِ واحد کی طرح ہو جاتے ہیں؟ وہ رشتہ خدا کی کتاب قرآن مجید ہے، ایک خدا، ایک رسول، ایک امت۔“

(سعید راشد، قائداعظم: گفتار و کردار، صفحہ:۵۱۳، مکتبہ میری لائبریری، لاہور، ۱۹۸۶ء)

→ □ مجھ سے اکثر پوچھا جاتا ہے کہ پاکستان کا طرز حکومت کیا ہوگا؟ میں کون ہوتا ہوں پاکستان کے طرز حکومت کا فیصلہ کرنے والا؟ مسلمانوں کا طرز حکومت آج سے 13 سو سال پہلے قرآن مجید نے وضاحت کے ساتھ بیان کر دیا تھا۔ الحمدللہ قرآن مجید ہماری رہنمائی کے لئے موجود ہے اور تاقیامت موجود رہے گا۔

(مسلم اسٹوڈنٹس فیڈریشن جالندھر کے اجلاس سے خطاب‘ 12جون1947ء)

→ ◻ تحريڪ پاڪستان جو ڪارڪن سيد بدر الدين احمد 26 نومبر 1946ع ۾ قاعداعظم کان پاڪستان جي نظرياتي سڄاڻ جي حوالي سان پڇا ڪيو پاڻ فرمايائون ته:

”میرا ایمان ہے کہ قرآن و سنت کے زندہ جاوید قانون پر ریاست پاکستان دنیا کی بہترین اور مثالی ریاست ہوگی۔ مجھے اقبالؒ سے پورا اتفاق ہے کہ دنیا کے تمام مسائل کا حل اسلام سے بہتر نہیں ملتا۔ ان شاء اللہ پاکستان کے نظام حکومت کی بنیاد لا الہ الا اللہ ہوگی اور یہ ایک فلاحی و مثالی ریاست ہوگی۔ بعض لوگ کہتے ہیں کہ اگر پاکستان بن گیا تو چند دن بھی زندہ نہیں رہ سکے گا لیکن مجھے پختہ یقین ہے کہ اللہ تعالیٰ اسے ہمیشہ قائم و دائم رکھے گا۔ (بحوالہ کتاب اسلام کا سفیر' از جناب محمد متین خالد میں ڈاکٹر محمد افتخار کھوکھر کا مضمون ”قائداعظمؒ سیکولر نہیں تھے)

→ ◻ سبي بلوچستان واري خطبي ۾ آهي ته:

"میرا ایمان ہے کہ ہماری نجات کا واحد ذریعہ سنہری اصولوں والے اس ضابطۂ حیات پر عمل کرنا ہے جو ہمارے عظیم واضع قانون پیغمبر اسلام نے ہمارے لیے قائم کر رکھا ہے۔ ہمیں اپنی جمہوریت کی بنیادیں سچے اسلامی اصولوں اور تصورات پر رکھنی چاہئیے، اسلام کا سبق یہ ہے کہ ”ملک کے امور و مسائل کے بارے میں فیصلے باہمی بحث و تمحیص اور مشوروں سے کیا کرو۔“

(سبی دربار بلوچستان' 14 فروری 1948)

→ ◻ اسلاميه ڪاليج پشاور ۾ سائين جن فرمايو ته:

"اسلام ہماری زندگی اور ہمارے وجود کا بنیادی سرچشمہ ہے ہم نے پاکستان کا مطالبہ زمین کا ایک ٹکڑا حاصل کرنے کے لیے نہیں کیا تھا بلکہ ہم ایک ایسی تجربہ گاہ حاصل کرنا چاہتے تھے جہاں اسلام کے اصولوں کو آزما سکیں۔

(اسلامیہ کالج' پشاور' 13 جنوری 1948)

انهن خطبن مان پتو پوي ٿو ته ملڪ جي رهبر جي سياسي خيالن جو بنياد جمهوريت، جمهوري روين ۽ خالص اسلامي جمهوري تي ٻڌل هو. هو مغربي سيڪيولر جمهوريت جو حامي نه هو پر پاڪستان جي رياست ۾ هڪ اهڙو جمهوري نظام قائم ڪرڻ چاهين پيا جيڪو اسلامي اصولن تي ٻڌل هجي، قائد اعظم جي ڪنهن خاص تقرير جيڪا ملڪ جي شهرين جي مذهبي آزادي تي مشتمل آهي ان مان اهو هرگز نتيجو نه ڪڍيو وڃي ته پاڻ سيڪولرزم جا حامي هئا بلڪ اقليتن ڪي مذهبي آزادي ته دين اسلام پاڻ ڏني آهي

## بابے تے شے کوئی نہیں

**از: احسان احمد چنا**

هي جملو اصل ۾ اسلامي تعليمات جي بنيادن تي حملو آهي، جنهن جو مقصد ۽ نتيجو نوجوان مسلمانن کي اسلام جي متعلق شڪ ۽ شُبهن ۾ مبتلا ڪري Agnostic بڻائي اسلام کان ڦيرائي الحاد ڏانهن منتقل ڪرڻ آهي، هن جي ابتدا بي ديني ۽ انتها اسلام جو انڪار آهي.

۽ هي زبان مسلمانن جي ناهي بلڪ اهڙا جملا يهودين ۽ عيسائين هڪ ٻئي چيا جنهن جو قرآن پاڪ ۾ به ذڪر آهي:

قَالَتِ الۡیَہُوۡدُ لَیۡسَتِ النَّصٰرٰی عَلٰی شَیۡءٍ ۪ وَّ قَالَتِ النَّصٰرٰی لَیۡسَتِ الۡیَہُوۡدُ عَلٰی شَیۡءٍ ۙ وَّ ہُمۡ یَتۡلُوۡنَ الۡکِتٰبَ ؕ کَذٰلِکَ قَالَ الَّذِیۡنَ لَا یَعۡلَمُوۡنَ مِثۡلَ قَوۡلِہِمۡ ۚ فَاللّٰہُ یَحۡکُمُ بَیۡنَہُمۡ یَوۡمَ الۡقِیٰمَۃِ فِیۡمَا کَانُوۡا فِیۡہِ یَخۡتَلِفُوۡنَ ﴿البقرہ 2:113﴾

ترجمو: يهود چيو عيسائي ڪنهن شي تي ناهن، ۽ نصرانين چيو ته يهودي ڪنهن شي تي ناهن، حالانڪ ڪتاب پڙهندا آهن اهڙي طرح جاهلن انهن (اڳوڻن) واري ڳالهه ڪئي سو الله پاڪ قيامت جي ڏينهن انهن ۾ فيصلو فرمائي ڇڏيندو جنهن ۾ اهي جهڳڙن ٿا.

يعني يهودي ۽ عيسائي هڪ ٻئي جو انڪار ڪندا آهن باوجود ان جي جو انهن ۾ ڪتابَ موجود آهن. اڄوڪي دور ۾ هي جملو انجنيئر محمد علی مرزا نالي هڪ شخص جو آهي جيڪو هڪ نئين فرقي جو باني آهي دراصل هي قرآن ۽ حدیث جي اصل تعليم کان اڻ ڄاڻ آهي ۽ ان جو مقصد صرف مسلمانن کي اسلام جي تعليمات کان پري ڪرڻ آهي ۽ هي planned سازش آهي، هي واضح اسلام جي مخالفت نه ٿو ڪري سگهي سو ان هي طريقو اپنايو آهي ته اسلام جي تعليمات کي غلط انداز ۾ پيش ڪجي.

هن شخص جي گفتگو جو نتيجو الحاد آهي خود معروف ملحد حارث سلطان ان جو اقرار ڪري چڪو آهي ته هي اسان جو ڪم ۽ task پورو ڪري رهيو آهي.

اسلام وڏن جي عزت ۽ بزرگڻ جي تعظيم ۽ ادب جو درس ڏئي ٿو جڏهن ته هي شخص اسلامي تعليم جي ابتڙ بزرگن، اصحابن ۽ ولين جي باري ۾ اهڙي قسم جا بي ادبانه جملا چوندو آهي جيڪي سراسر بي ادبي تي مشتمل هوندا آهن. جن مان اهو مطلب نڪري ٿو ته هن جي نزديڪ وڏن ۽ بزرگن جي ڪا اوقات ناهي ۽ انهن جي ڪرامتن جي ڪا حيثيت ناهي! هي سخت ترين جملا آهن ڪو مسلمان ته ايئن سوچي به نه ٿو سگهي جو ته قرآن ۽ حديث ۾ بزرگن جي تعظيم، ادب ۽ ڪرامتن جو ثبوت واضح موجود آهي قرآن شريف ۾ اصحاب ڪهف ۽ بين نيڪ ٻانهن جو ذڪر موجود آهي مثلاً

حضرت لقمان، حضرت آصف بن برخيا، مهاجر صحابه ،صديقين ۽ شهداء وغيره.

بزرگن، عالمن ۽ اصحابن سڳورن جي تعظيم اسلام جي بنيادي تعليمَ منجهان آهي تنهن ڪري صحابه جو انڪار ۽ بزرگن جي توهين ڪرڻ اهي سڀ اصل ۾ اسلام تي حملا آهن چاڪاڻ ته اسلام اسان تائين انهن اصحابن سڳورن ۽ بزرگن جي ذريعي پهتو آهي، بزرگن اسلام جي صحيح طريقي سان تشريح ۽ ترجماني ڪئي آهي.

بزرگن جو قول آهي ته: جنهن ۾ ادب ناهي ان جو ڪو دين ناهي، خود نبي اڪرم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو آهي: جيڪو ننڍن تي شفقت نه ڪري وڏ ن جو حق نه سڃاڻي اهو اسان مان ناهي.

ابن أبي شيبة – المصنف ٢١٤/٥ —

صحيح ابن حبان ۾ آهي ته:

البركة مع اكابركم

برڪت بزرگن سان آهي.

(صحيح ابن حبان: ٥٣٠/١ —

ابن حبان ت ٣٥٤)

پاڻ سڳورن فرمايو: الله پاڪ فرمائي ٿو ته جيڪو منهنجي ڪنهن ولي سان دشمني رکي مان ان سان جنگ جو اعلان ڪيان ٿو. (بخارى ،ج4،ص248،حدیث:6502)

الله پاڪ پنهنجن بزرگ ٻانهن کي وڏو مقام عطا فرمايو آهي ارشاد باري تعاليٰ آهي:

اَلَاۤ اِنَّ اَوْلِیَآءَ اللّٰهِ لَا خَوْفٌ عَلَیْهِمْ وَ لَا هُمْ یَحْزَنُوْنَۚۖ(۶۲) الَّذِیْنَ اٰمَنُوْا وَ كَانُوْا یَتَّقُوْنَؕ(۶۳) ترجمو: ٻڌي ڇڏيو! بيشڪ الله جي ولين تي نه ڪو خوف آهي نه ڪو غم، اهي آهن جن ايمان آندو ۽ ڊڄندا رهيا.

( پ11،يونس: 62، 63)

اوهان قرآن شريف پڙهي ڏسو ته ڪيترن ئي جڳهن تي الله پاڪ پنهنجي نيڪ ٻانهن جو ذڪر فرمايو آهي.

الله پاڪ کان دعا آهي ته هو اسان جي نوجوانن کي توفيق عطا فرمائي ته هو اسلام جي صحيح تعليم اهل علم کان حاصل ڪن ته جيئن اسلام جي حقيقي تعليمات کان واقف ٿين ۽ اهڙن گمراه ماڻهن کان پاڻ کي بچائي سچا مسلمان ٿي آخرت ۾ ڪاميابي ماڻين. آمين.

# پاڪستان ۾ الحاد پکڙجڻ جا ڪارڻ ۽ اثرات

از: حافظ راشد يعقوب اڃڻ (گمبٽ)

تاريخي طور تي الحاد جون پاڙون هر ثقافت ۽ سماج ۾ گهريون آهن قديم زماني کان جديد دور تائين، الحاد پنهنجا اعتراض، شڪليون ۽ صورتون تبديل ڪيون آهن، جيتوڻيڪ بنيادي خيال هڪ ئي رهيو، يعني خدا جي وجود بابت شڪ ۽ شبها. موجوده دور ۾ ڪيترين ئي سببن جي ڪري الحاد کي عوام ۾ ماضي جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ جڳهه ملي آهي جديد مغربي سياسي، فلسفيانه، ۽ سائنسي خيالن ۾ ملحدانہ نظريا غالب آهن، ۽ انهن جو مذهب، خاص طور تي اسلام تي تنقيدي نظريو تمام گهڻو واضح ٿي چڪو آهي. الحاد جون سرگرميون پنهنجي نظرين کي مختلف طريقن سان پکيڙين ٿيون، جهڙوڪ ڪتاب، سوشل ۽ اليڪٽرانڪ ميڊيا ۽ سائنسي ايجادن ذريعي. ٻئي طرف مسلمان عالمن سدائين اهڙن خيالن کي هڪ چئلينج طور ورتو آهي ۽ الحاد کي ماٺ ڪرائڻ يا ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي جيتوڻيڪ مسلمان عالمن خاص طور تي مسلم دنيا ۾ عام عوام کي الحاد جي خيالن مان ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ۽ الحاد جي سوالن کي واضح ڪرڻ لاءِ عالمن ڪافي محنت ڪئي آهي جيتوڻيڪ اهڙي ڪوشش کي وڌيڪ ڌيان ۽ محنت جي ضرورت آهي. هن آرٽيڪل ۾ انهن اهم عنصرن کي اجاگر ڪرڻ جي ڪوشش ڪنداسين جيڪي پاڪستان ۾ الحاد پکيڙڻ جو سبب بڻجي رهيا آهن.

الحاد جي معني ۽ مفهوم:

لسان العرب ۾ ان جي معني لکيل آهي : الميل والعدول عن الشيء. يعني ڪنهن شيءِ کان عليحدگي اختيار ڪرڻ. امام زجاج الحاد جي متعلق چيو آهي : الإلحاد فيه الشك الى الله، ترجمو: الحاد الله تعالي جي باري ۾ شڪ ڪرڻ آهي.

(لسان العرب، بيروت 1414)

اصطلاحي معني:

شرعي اصطلاح ۾ الحاد جو مطلب حق کان باطل ڏانهن جهڪاءُ ۽ انحراف آهي، ۽ وڌيڪ جامع لفظن ۾ صحيح عقيدي يعني حق ڇڏي باطل ڏانهن هر قسم جو جهڪاءُ آهي، پوءِ اهو مرتد ٿيڻ، يا ڪفر ڪرڻ، يا الله سان شرڪ ڪرڻ، يا دين جو مذاق اڏائڻ، يا بدعت هجي.

شرعي لحاظ سان الحاد انهن سيني معنائن کي پاڻ ۾ شامل ڪري ٿو.
(النظريات العلميہ الحديثہ، حسن الاسمري)

پاڪستاني معاشري ۾ الحاد پکڙجڻ جا ڪارڻ ۽ اثرات:

الحاد ڪوئي اهڙو عمل ناهي جيڪو اچانڪ ظاهر ٿيو هجي، الحاد جي تاريخ پنجويهه سؤ سالن تي مشتمل آهي، ان جي شروعات يونانين جي زماني ۾ ٿي هئي ان کانپوءِ هيءُ هر زماني ۾ مختلف شڪلين ۾ رهيو آهي، اڄڪلهه پوري دنيا هڪ ٻئي سان جڙيل آهي، دنيا ۾ ڪا به تحريڪ يا نظريو پيدا ٿئي ٿو ته اهو دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ تائين وڏو جلدي پهچي وڃي ٿو، الحاد جي پکڙجڻ جا ڪارڻ ۽ سبب هر علائقي جي حساب سان مختلف ٿي سگهن ٿا، پاڪستان پنهنجي آزاديءَ کان وٺي مغربي ملڪن سان لاڳاپيل رهيو آهي، هڪ جمهوري ملڪ هجڻ جي ڪري هتي هر هڪ ماڻهوءَ کي مڪمل مذهبي آزادي حاصل آهي، جيتوڻيڪ هتي مذهب کي مڃڻ وارن جو عدد وڌيڪ آهي پر پوءِ به اسان جي معاشري تي مغرب جي لادينيت واري نظريي جا اثر پون ٿا. هيٺ ڪجهه مشهور سبب ذڪر ڪجن ٿا.

ميڊيا:

اڄڪلهه جي زماني ۾ ماڻهن جي دماغ تي سڀ کان وڌيڪ سوار رهندڙ شيءِ ميڊيا آهي، توڙي جو اها سوشل ميڊيا، پرنٽ ميڊيا يا اليڪٽرانڪ ميڊيا هجي، سڀ برابر آهن. ميڊيا اڄ گهڻي مضبوط ٿي چڪي آهي، هن وقت دنيا جو ستر سيڪڙو ميڊيا يورپ جي ڪنٽرول ۾ آهي، ان ڪري مغرب وڏو طاقتور آهي ۽ ميڊيا جي ذريعي هو پنهنجو نظريو ۽ ثقافت اسان تي مسلط ڪرڻ چاهي ٿو، يورپي ميڊيا پنهنجا الحادي نظريا مختلف طريقن سان مسلمانن جي ذهنن ۾ وجهڻ چاهي ٿو، فطري شين ۾ شڪ ظاهر ڪري مختلف ڊاڪومنٽرين ۽ فلمن جي ذريعي الله پاڪ جي ذات جي باري ۾ شڪ ۽ شبها پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ۾ رهندو آهي.

فلم انڊسٽري:

هالي ووڊ هڪ آمريڪن فلم انڊسٽري آهي، جنهن جي شروعات 1910 عيسوي ۾ ڪيليفورنيا شهر ۾ ٿي، 1911 عيسوي ۾ ان جي پهرين فلم رليز ٿي، هالي ووڊ دنيا جي سڀ کان وڏي فلم انڊسٽري آهي، ان جون فلمون پاڪستان سميت پوري دنيا ۾ ڏسيون وينديون آهن.

هي ڳالھ تسليم شده آهي ته فلمون انساني ذهن تي وڏو اثر رکن ٿيون، انسانن ۾ منفي ۽ مثبت ڪردار جي خبر فلمن سان پوي ٿي، فلمن جي ذريعي ماڻهن جا عقيده ۽ تصورات تبديل ٿيو وڃن ٿا.

فلمن جي ڪيترين ئي قسمن سان گڏوگڏ هالي ووڊ ۾ الحاد (atheism) تي به بيشمار فلمون ٺاهيون ويون آهن، انهن مان ڪجھ جا نالا هيٺ ڏجن ٿا :

Touching the ،Inherit the Wind Void, Master and Commander: The Far Side of the World, Going Clear: Scientology and the Prison of Belief, Crimes and .Misdemeanor

پاڪستان ۾ ڪيترائي ماڻهو هالي ووڊ فلمون ڏسندا آهن، خصوصي طور تي انگلش لٽريچر پڙهڻ وارن انهن فلمن کي پنهنجي نصاب ۾ شامل ڪري ڇڏيو آهي، ائين ئي مغربي ميڊيا، بي بي سي ۽ ڊي ڊبليو اهڙيون ڪهاڻيون ۽ ڊاڪومنٽريون ٺاهيندا آهن جن ۾ الحاد کي ڦيلايو وڃي ٿو.

سوشل ميڊيا:

سوشل ميڊيا به ان فساد ڦيلائڻ ۾ وڏو مددگار ثابت ٿيو آهي، سوشل ميڊيا ذريعي هڪجهڙا نظريا رکندڙن کي هڪ هنڌ گڏ ٿي ڪم ڪرڻ جي سهولت ملي آهي، فيس بڪ ۽ ٽوئيٽر تي الحاد جي متعلق مواد جو وڏو ذخيرو موجود آهي، خاص ڪري فيس بڪ تي بيشمار پيجز موجود آهن ۽جيڪي پيجز کي هلائن ٿا اهي اهو ظاهر ڪن ٿا ته اسان پهريان مسلمان هئاسين، تحقيق ڪري ان نتيجي تي پهتا آهيون ته مذهبي تعليم سپ ڪوڙي آهي ۽ ان جو ڪو به مضبوط بنياد ناهي.

گهڻا ملحد سوشل ميڊيا تي مذهب کي سائنس سان ٽڪراءُ ڪرائي سائنس کي حقيقت ڄڻهن ته مذهب کي خرافات تي مشتمل قرار ڏيندا آهن، هي ماڻهو پاڻ کي پوشيده رکندا آهن ۽ پرائيويٽ گروپ ٺاهيندا آهن، بي بي سي ان تي هڪ آرٽيڪل "پاڪستان کے پوشیدہ ملحد" لکيو آهي، جنهن ۾ هڪ چوڪري جي ڪهاڻي هيئن لکي آهي: "پاڪستاني ملحد هڪ پوشيده جڳھ تي جمع ٿيندا آهن انهن جي هڪ ڪميونٽي نهيل هوندي آهي، جيڪا هر مهيني لاهور جي هڪ خاص جڳھ تي گڏ ٿي الحاد ڦيلائڻ جي منصوبه بندي جوڙيندا آهن، انهن ملحدن ۾ گهڻا ماڻهو پڑهيل لکيل ۽ انگريزي

زبان تي مهارت رکندڙن هوندا آهن، انهن جو مقصد صرف الحاد کي ڦيلائڻ هوندو آهي.

جيتوڻيڪ پاڪستان ۾ سوشل ميڊيا تي توهين مذهب ڪرڻ تي قانوني ڪارروائي ڪئي وڃي ٿي پر ان باوجود به هي ملحد مختلف ملڪن کان ويهي پاڪستان ۾ الحاد کي فروغ ڏين ٿا، ملحدن جا هي ٽولا آزاديءِ اظهار راءِ جي اوٽ ۾ بحث شروع ڪندا آهن، ان کانپوءِ مذهب کي سائنس ۽ عقل جي خلاف ڄاڻائي ان خلاف بيزاري پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن.

مغربي تهذيب ۽ فلسفي جو مطالعو:

مغربي تهذيب جي ته پراڻي تاريخ آهي، جنهن جي شروعات قديم يونان کان ٿئي ٿي پر هن جي دلچسپ صورتحال تڏهن شروع ٿي جڏهن مذهب کان سيڪيولرزم جي طرف مڙي بلڪل الحاد تي وڃي ختم ٿئي ٿي، هن وقت مغربي تهذيب لادينيت، الحاد ۽ ماده پرستيءَ تي ٻڌل آهي.

مغربي تهذيب ۽ فلسفي جو مطالعو به الحاد جو هڪ اهم ڪارڻ آهي، ڪيترائي مسلمان مغربي فلسفي جو مطالعو ڪرڻ جا شوقين هوندا آهن، نتيجي طور اسلام جي ڄاڻ گهٽ هجڻ ڪري الحاد جو شڪار ٿي ويندا آهن، چوته فلاسفر هر شيءِ کي پنهنجي تجربي جي بنياد تي ڏسندا آهن ۽ تجربي کي

ئي حتمي قرار ڏيندا آهن، ان ڪري ڪيترائي مغربي فلاسفر ملحد ٿين ٿا ۽ پڻ الحاد پکيڙڻ جو ڪارڻ بڻجن ٿا.

مغربي نظام تعليم جو قبضو:

مغربي نظام تعليم به مذهبي بيزاري تي ٻڌل آهي، پاڪستان ۾ ڪيترائي ادارا آهن جن جو نصاب مغربي نظام تعليم جي مطابق آهي، اهڙي نظام تعلیم سان اخلاص ۽ سچائيءِ جو روح نڪري ويندو آهي، نتيجي ۾ ان جي ذريعي صرف پنهنجي مفاد کي ڏٺو ويندو آهي ۽ تعليم صرف دولت حاصل ڪرڻ جو ذريعو بڻجي ويندي آهي جيڪا اڳتي هلي لادينيت ۽ الحاد جي حالت ۾ سامهون ايندي آهي.

اسان هڪ مسلمان ملڪ ۾ رهون ٿا، اسان لاءِ اهو ضروري آهي ته اسان جو نظام تعلیم اسلامي تقاضائن جي مطابق ترتيب ڏنو وڃي، هي رياست جي ذميواري آهي ته اهو هر ڪنهن جي حوالي نه ڪيو وڃي ۽ نظام تعليم هڪجهڙو هجي، قومي ۽ مقامي زبانن ۾ هجڻ گهرجي، ۽ ان قابل هجي جو پاڪستاني ٻارڙن کي هڪ سچو، باعمل ۽ ديانتدار مسلمان بڻائي سگهي.

اين جي اوز:

اين جي اوز None Governments organization جو مخفف آهي، هي هڪ غير سرڪاري تنظيم هوندي آهي جنهن جو ڪم

عام عوام جي فائدي لاءِ ڪم ڪرڻ آهي، ڪنهن به ملڪ جي لاءِ غير سرڪاري تنظيمون وڏي اهميت رکنديون آهن، جيڪڏهن اسان جو ملڪ معاشي، علمي ۽ فڪري طور تي مضبوط هجي، معيشيت ۾ ٻين جو محتاج نه هجي ته انهن غير سرڪاري تنظيمن جي منفي اثرن تي ڪنٽرول ڪري سگهجي ٿو.

پاڪستان ۾ مختلف اين جي اوز جديديت جي نالي تي سيڪيولرزم ۽ الحاد کي ڦيلائي رهيا آهن، ان جي هڪ ڪلي مثال هر سال مارچ ۾ اسلام آباد ۾ ٿيندڙ عورت مارچ آهي، جنهن ۾ اسلام جي خلاف سري عام نعريبازي ڪئي ويندي آهي ۽ اسلامي احڪامن جي ڪلي عام خلاف ورزي ڪئي وڃي ٿي، عورتن جي ان عالمي ڏهاڙي تي عورتن جي حقن جي ڳالهه ڪئي ويندي آهي جنهن ۾ انهن جي تعليم، وراثت ۽ ٻيا ڪيترائي مسئلا ذڪر ڪيا ويندا آهن، بلڪل انهن مسئلن کي اجاگر ڪيو وڃي پر ان جي اوٽ ۾ لامذهبيت ۽ الحاد کي عام نه ڪيو وڃي، ان ۾ ڪيترائي اعتراض بلند ڪيا ويندا آهن جن ۾ "منهنجو جسم منهنجي مرضي" سميت گهٽائي ئي اعتراض آهن جن جي ڪري اسانجي معاشري ۾ لادينيت جو تصور وڌي ٿو.

ڪجهه سفارشون:

← ▯ الحاد جي شروعات مغربي ملڪن کان ٿي پر هن وقت هي مسلمان ملڪن لاءِ به هڪ مٺي جو سور بڻجي چڪو آهي.

← ▯ اجڪلهه مسلمان اسڪالرن ۽ عالمن کي هن فتني کان امت کي بچائڻ لاءِ مثبت ڪردار ادا ڪرڻ گهرجي، ان ڪري هن فڪري چيلنج جو مقابلو ڪرڻ لاءِ ان متعلق ڦل ڄاڻ ۽ آگاهي هجڻ سخت ضروري آهي.

← ▯ ميڊيا جهڙي جڻَ کي ڪجهه اسلامي اصولن ۽ ضابطن جو پابند ڪرڻ لازمي آهي ته جيئن مثبت سوچ ۽ فڪر کي وڌائي سگهجي.

← ▯ اسڪولن، ڪاليجن ۽ يونيورسٽين ۾ دينيات ۽ اسلامي مضمونن جو منصوبه بندي سان شامل ڪرڻ سخت ضروري آهي ته جيئن نئي ايندڙ نسل جو فڪري وڏاءُ قرآن ۽ سنت جي ڏسيل تعليمات جي روشني ۾ ڪيو وڃي ۽ اسلامي فڪر کي وڌايو وڃي

## شاعر مشرق، دين پسندي ۽ ردِ الحاد

**مفتي علي احمد جلالي سڪندري.**

دين پسندي ۽ ردِ الحاد علامه اقبال جي فڪر جو هڪ اهم جزء آهي، جنهن ۾ هن اسلامي تعليمات کي زنده ۽ حرڪتي قوت طور پيش ڪيو آهي. اقبال جو خيال هو ته دين انسان جي روحاني ترقي جو بنياد آهي، جڏهن ته الحاد هڪ اهڙي سوچ آهي جيڪا انسان کي روحانيت کان دور ڪري ٿي.

1. دين پسندي:

اقبال جي شاعري ۾ دين پسندي جو تصور انسان کي الله جي محبت ۽ عشق طرف وٺي وڃي ٿو. هن پنهنجي نظم "بانگِ درا" ۾ لکي ٿو:

"يہي مقصود فطرت ہے، يہي رمزِ مسلماني

اخوت کی جهاں گيری، محبت ڪي خود افروزي"

(اقبال علامہ بانگِ درا)

هتي اقبال دين جي روح کي اخوت ۽ محبت ۾ بيان ڪري ٿو، جيڪو هڪ مضبوط اسلامي معاشرو جو بنياد آهي.

"بالِ جبريل" ۾ اقبال جو مشهور شعر:

"خودی کو کر بلند اتنا کہ، ہر تقدير سے پہلے،

خدا بندے سے خود پوچھے، بتا تيری رضا کيا ہے"

(علامہ اقبال، بالِ جبريل)

هن شعر ۾ اقبال خودي کي اعليٰ ترين روحاني حيثيت ۾

پيش ڪري ٿو، جيڪا دين جي عمل سان حاصل ٿي سگهي ٿي.

2. ردِ الحاد:

اقبال جي نظر ۾ الحاد هڪ اهڙي سوچ آهي جيڪا انسان کي ماديت پرستي طرف وٺي وڃي ٿي هو سمجهي ٿو ته ايمان کان سواءِ عقل انسان جي روحاني سڪون کي حاصل ڪرڻ ۾ ناڪام رهي ٿي. خطباتِ اقبال ۾ اقبال لکي ٿو:

The modern age prides " < itself on the advancement of reason, but without faith, reason remains only a means to material gain and ".lacks the higher moral purpose

(اقبال، علامه. خطباتِ اقبال:

The Reconstruction of Religious (Thought in Islam

هن قول ۾ اقبال جديد دور جي عقليت تي تنقيد ڪري ٿو، جنهن مان واضح ٿئي ٿو ته ايمان کان سواءِ عقل محدود رهي ٿو.

اقبال جو بنيادي پيغام اهو آهي ته مسلمان دين پسندي جي ذريعي پنهنجي روحاني طاقت کي بحال ڪن ۽ الحاد جي اثرن کي رد ڪن. هن جو مقصد اسلامي قوم کي پنهنجي اصل قدرن ڏانهن واپسي جي ترغيب ڏيڻ هو، جنهن سان قوم نئين سر جاڳڻ ۽ انقلابي تبديلي آڻڻ جي قابل ٿي سگ

# سنڌي ثقافت جارنگ

از: ابو طلحه سنڌي

ثقافتي ڏينهن کي ڪيئن ڪري ملهائجي؟

ثقافت جو اپياس:

ثقافت عربي ٻولي جو لفظ آهي جيڪو "ثقف" مان نڪتل آهي جنهن جو مطلب آهي: چالاڪ يا ذهين ٿيڻ، عقل وڌائڻ جي معنيٰ ۾ به استعمال ٿئي ٿو.

اصطلاحي اعتبار سان ان جون مختلف معنائون بيان ڪيون ويون آهن.

نامور سنڌي اسڪالر ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي راءِ موجب:

”جغرافيائي حالتن، انساني ارتقا جي تاريخ ، زبان ۽ مذهب کان متاثر ٿي، انسان پنهنجي زندگي گذارڻ لاءِ جيڪي طريقا اختيار ڪيا آهن، اهي سڀ ثقافت جي دائري ۾ اچن ٿا“

لسانيات جي ماهر پروفيسر ڊاڪٽر غلام علي الانا جو چوڻ آهي ته:

”هڪ پاسي انسانن جي مادي زندگيءَ لاءِ ضروري شين جهڙوڪ: اوزار ،هٿيار، لباس ۽ رهائش کي تہ ٻئي پاسي غير مادي يعني روحاني زندگيءَ سان تعلق رکندڙ شين جهڙوڪ مذهب ۽ اخلاق، علم ۽ فن، زبان ۽ ادب، اصول ۽ قانون، معاشرتي رواج ۽ ريتن رسمن کي ثقافت چئبو آهي.

آسان لفظن ۾ اهو چئي سگهجي ٿو ته انسانن جي زندگي گذارڻ جو طريقي کي ثقافت چئبو آهي.

مطلب انسان جهڙي طرح زندگيءَ گذاري ٿو جيڪا پوشاڪ پائي ٿو، کاڌو کائي ٿو، ڌنڌا پيشا اختيار ڪري ٿو، رسمون رواج جوڙي ٿو انهن سڀني کي ثقافت ڪوٺيو وڃي ٿو.

ثقافت لاءِ انگريزي ۾ ڪلچر (Culture) لفظ استعمال ٿئي ٿو.

#اسلام جو قومن جي ثقافت جي باري ۾ موقف:

اسلام هڪ عالمگير دين آهي جيڪو پنهنجي مڃڻ وارن کي انساني ايڪي ۽ ڀڄي تي زور ڏيڻ سان گڏ مختلف قومن جي ڌار ڌار تهذيب، تمدن ۽ ثقافت کي وڏي اهميت ڏيئي ٿو، انهن جي وجود کي مڃي ٿو انهن جي نسلي، لساني ۽ تهذيبي روايتن کي ختم نه ٿو ڪري، اسلامي تاريخ جي مطالعي مان پروڙ پوي ٿي ته ماضي ۾ ڪيترين ئي موقعن تي اهڙي قسم جي روايتن کي نه فقط برقرار رکيو ويو پر انهن کي وڌڻ ويجهڻ جا موقعا به فراهم ڪيا ويا، ڪنهن به دور ۾ ڪنهن به قوم کي پنهنجي نسل،

خاندان ۽ قوم سان تعلق رکڻ کان نه روڪيو ويو، نه ڪنهن کي پنهنجي ٻولي ڇڏي ڪنهن خاص ٻولي ڳالهائڻ تي مجبور ڪيو ويو، نه وري ڪو مخصوص لباس پائڻ لازم قرار ڏنو ويو، نه ئي ڪنهن قوم جي تهذيبي ۽ ثقافتي روايتن(جيڪي اسلامي تعليمات جي منافي نه آهن) کي ختم ڪرڻ جو حڪم ڏنو ويو.

شاهه ولي الله محدث دهلوي رحمة الله عليه لکن ٿا:

شريعت سڳوري ڪنهن قبيلي جي ماڻهن جي عادتن ۽ علائقي جي مخصوص حالتن کي پوري اهميت ڏيئي ٿي اهو مشهور قول بلڪل صحيح آهي ته شريعت زبان ۽ مڪان جي ويچن کان بلند آهي ان جو مثال ان مِينهن وانگر آهي جو آسمان مان صاف ۽ لطيف صورت ۾ وسي ٿو پر پوءِ زمين تي پوڻ ڪانپوءِ ان ۾ هوا ۽ معدنيات جو اثر پيدا ٿي پوي ٿو تنهن ڪري زمين جي هڪ ڀاڱي ۽ ٻئي ڀاڱي جو پاڻي هڪ جهڙو نہ هوندو آهي.

شاهه ولي الله رحمة الله عليه هڪ ٻئي هنڌ لکن ٿا شريعت جو مقصد فقط ماڻهن جي انهن عادتن ۽ طور طريقن جي اصلاح هوندي آهي جيڪي طريقا انهن ۾ رائج هوندا آهن شريعت اهڙين شين سان بحث ئي نه ڪندي آهي جن کان ماڻهو واقف نه هجن.

(قوميت هڪ تجزيو هڪ مطالعو صفحو: 15)

قرآن پاڪ ۾ مختلف قومن ۽ نسلن جي وجود کي واضح طور نه صرف تسليم ڪيو ويو آهي پر ٻولي ۽ رنگ جي اختلاف کي الله تعاليٰ جي نشانين منجهان هڪ نشاني پڻ سڏيو ويو آهي جيئن قرآن پاڪ ۾ فرمانِ خداوندي آهي:

ترجمو: ۽ آسمانن ۽ زمين جي پيدائش ۽ توهان جي ٻولين ۽ توهان جي رنگن جو ڌار ڌار هجڻ اهو الله جي نشانين منجهان آهي بيشڪ ان ۾ علم وارن لاءِ گهڻيون نشانيون آهن.

(سورة الرُّوۡمِ آيت 22)

بهرحال قرآن و سنت ۽ تاريخ اسلامي جي مطالعي ڪرڻ سان اها پروڙ پوي ٿي ته شريعت جي دائري ۾ رهندي هر قوم پنهنجي قومي، تهذيبي ۽ ثقافتي روايتن کي برقرار رکندي ان تي عمل ڪري سگهي ٿي.

#سنڌ_جي_ثقافت

هر قوم جي پنهنجي پنهنجي مخصوص ثقافت هوندي آهي جنهن سان هو ٻين قومن کان نمايان ۽ الڳ حيثيت سان

سجاتي ويندي آهي سنڌ ماتريءَ ڌرتي جي گولي تي هڪ اهڙو ٽڪرو آهي جاتي قدرت جا اهڙا رنگ پريل آهن جنهن سببان هي خطو آڳاٽي وقت کان وٺي برصغير ۾ هميشه الڳ حيثيت سان سڃاڻپ رکندڙ آهي.

هتان جي رهاڪن جو لباس، ڪائڻ، پيئڻ اٿڻ، ويهڻ ۽ ملڻ جو شاندار سليقو، پيار، محبت ۽ پائيچارو، هتان جو هنر ۽ ڪاريگريون جن ۾ فنِ خطاطي، جنديءَ جو ڪم، ڪاشيءَ جو ڪم، ٽڏا ۽ تئونريون، پرت ۽ رليون شامل آهن، رانديون ۽ وندرون، لوڪ ڏاهپ جا قصا، ڪچهريون، ميلا ملاڪڙا، ريتون رسمون، مهمان نوازي، اهي سڀ سنڌ جي ثقافت جون انفرادي خصوصيتون آهن. سنڌ جي ثقافت ۾ ٽوپي، اجرڪ ۽ پٽڪي جهڙا شاندار لباس پڻ شامل آهن.

هتان جي مهڪدار مٽيءَ جو ماڻُ علم ۽ ادب جي ڪري به مٿانهون رهيو آهي ان ڪري هن سرزمين جو دنيا ۾ وڏو نالو ۽ هاڪ هئي اها هاڪ ٻڌي ڪيترن ئي علم ۽ عقل وارن هن تهذيب کي ڏسڻ جي خواهش ظاهر ڪئي ته ڪي وري هن سر زمين تي اچي اها آس پوري ڪري ان جو اظهار ڪيو.

مشهور مسلمان سياح ابن بطوط جيڪو قلندر لعل شهباز ڪانپوءِ سنڌ گهمڻ آيو هو تنهن لکيو آهي ته سومرن واري دور ۾ سنڌ جون درسگاهون، معياري لحاظ کان ايران ۽ سينٽرل ايشيا جي درسگاهن جي مد مقابل هيون، انهن اڳهم ڪوٽ واري درسگاهه ۾ پنج سو شاگرد قرآن شريف ۽ فقه پڙهندا هئا، ان ڪانسواءِ ٻيا مدرسا به هئا، جن سڀني جو خرچ پڪو سومرا زميندار ۽ وڏيرا پريندا هئا جي نيڪ ۽ ديندار هئا. ابن بطوط اهي مدرسا ۽ خانقاهون ڏٺيون هيون.

سمن، ارغونن، ترخانن، مغلن ۽ ڪلهوڙن حاڪمن جي دور ۾، سنڌ جي مختلف شهرن ۾، وڏن وڏن عالمن جا مدرسا ۽ مڪتب هوندا هئا جن جي دنيا ۾ وڏي هاڪ هئي. ڪوٽڙي ڪبير، دربيلو، نصرپور، ممڙ، بوبڪ ۽ ٺٽو علمي لحاظ کان اوچي پد تي نظر اچن ٿا. "سيوهڻ ۾، 'فقه الاسلام' نالي مدرسو هو، جنهن لاءِ روايت آهي ته، قلندر شهباز قائم ڪيو هو. ٻي روايت آهي ته، قلندر شهباز اُن کي زور وٺايو هو ۽ اُن جهڙو عاليشان مدرسو سڄي سنڌ ۾ ڪونه هو."

(مقالو سنڌ جي ثقافت جو اڀياس مصنف زاهد ابڙو بحواله سنڌ جا بَرَ، بَحَرَ ۽ پهاڙ صفحو: 348م سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سنڌ)

2009ع ۾ پرڏيهي دوري دوران اڳوڻي صدر آصف علي زرداري پاران سنڌي ٽوپي پائي وڃڻ تي ڪجھ ماڻهن طرفان مٿس تنقيد ڪئي وئي جنهن جي رد عمل ۾

تڏهن ڪان سنڌ ۾ ڊسمبر جي مهيني ۾ ثقافتي ڏهاڙو ملهايو ويندو آهي ثقافتي ڏهاڙي ملهائڻ تي يقيناً ڪنهن به سنڌ واسي کي ڪو اعتراض نه ٿو ٿي سگهي ڇاڪاڻ ثقافت سان ئي قومون زنده رهنديون آهن ليڪن اڄڪلهه ثقافتي ڏهاڙي تي سنڌي ثقافت کي غلط انداز ۾ پيش ڪيو پيو وڃي ۽ سنڌ جي حقيقي ثقافت کي ڇڏي اهڙيون غلط رسمون متعارف ڪرايون پيون وڃن جن جو سنڌي ثقافت سان ڪنهن به قسم جو ڪو تعلق ڪونهي جهڙوڪ: نوجوان ڇوڪرين کي سري عام روڊن تي نچائڻ، ڇوڪرين کي پٽڪا ۽ ٽوپيون پارائڻ، ناچ گانن ۽ بي حيائي تي مشتمل پروگرام ڪرڻ وغيره وغيره.

اها اسان سنڌين جي ثقافت ناهي سنڌ جي ثقافت ۾ جاتي مردن لاءِ اجرڪ، ٽوپي ۽ پٽڪو آهي اتي عورتن لاءِ پردو ۽ چارديواري آهي سنڌي سماج ۾ عورت سان هميشه عزت ۽ احترام وارو ورتاء رهيو آهي سنڌي سماج ۾ عورت جي ايتري عزت ۽ احترام رهيو آهي جو نياڻي ميڙ وني اچڻ تي ست خون به معاف ڪيا ويندا آهن.

تنهن ڪري نياڻين کي روڊن تي نچائڻ بدران دنيا کي ٻڌايو ته اسان سنڌين وٽ عورت جي ڪيڏي عزت ۽ احترام آهي.

بهرحال ڊسمبر جو مهينو اسان لاءِ ثقافتي خوشيون ته کڻي اچي ٿو پر ان ۾ اسان کي ثقافت جي آڙ ۾ غلط رسمن ۽ بي حيائي وارن ڪمن کي ڇڏي سنڌ جي حقيقي ثقافت کي صحيح رخن ۾ دنيا آڏو پيش ڪرڻ سان گڏوگڏ پنهنجي نوجوان نسل کي سنڌ جي حقيقي ثقافت کا آگاهه ڪرڻ گهرجي ۽ رنگ برنگي ڪپڙن، ٽوپين، پٽڪن ۽ اجرڪن سان پاڻ کي جرڪائڻ سان گڏوگڏ تعليمي، سائنسي ۽ ادبي سرگرمين جو اهتمام پڻ هئڻ گهرجن.

۽ اهو به ياد رکڻ گهرجي ته سنڌ ڌرتي شروع ڪان مذهبي رهي آهي اسلام ڪان پهرين ٻڌ مت ۽ هندو مذهب کي مڃڻ وارن جي اڪثريت رهي آهي ۽ اسلام جي اچڻ ڪان بعد برصغير ۾ سڀ ڪان پهرين سنڌ ۾ اسلام جو نور چمڪيو ۽ پوءِ ان جو لاٽون هتان ڪان برصغير جي ٻين علائقن تائين پهتيون جنهن سبب سنڌ کي "باب الاسلام" جهڙي خوبصورت لقب سان ياد ڪيو وڃي ٿو جيڪو سنڌ ۽ سنڌي قوم لاءِ هڪ وڏو اعزاز آهي تنهن ڪري ثقافتي ڏهاڙي تي اُن ڌرين جي موقف کي به ٺُڏي رد ڪرڻ جو عزم ورجائڻو آهي جيڪي سنڌ سونهاري کي الحاد ۽ بي ديني جي ڏُٻڻ ۾ ڦاسائڻ ۽ نوجوانن کي بي دين بڻائڻ چاهين ٿا.

سنڌ "باب الاسلام" هئي، آهي ۽ ان شاءَ الله قيامت تائين رهندي.

# خدا ۽ فطري قوانين جي اتحاد جو وهم

از: ابو عمرغلام مجتبى چنا

صوفياڻا ڪلام ڳُجهه جا رمز ئي هوندا آهن ۽ انهن ڳُجهن جي پيدن تي اهو ئي مطلع ٿي سگهي ٿو جيڪو انهن رمزن ڪي ، صوفين جي ڪشف ۽ حال جي ڪيفيت ڪي ، تصوف جي دڳن ۽ چارن ڪي ۽ انهن جي مرتبن ڪي سمجهي سگهي ٿو جيڪڏهن اها واقفيت ناهي ته ان منجهيل پيچري بابت ڏِڪا ڪائيندو ۽ ڏُڪا هڻندو ائين شاهه عبدللطيف ڀٽائي عليہ الرحمہ جي ڪلام بابت بہ هر ڪوئي پنهنجي سوچ ۽ سمجهه مطابق تشريح ڪرڻ لڳي ٿو پوءِ ڪنهن مهل هڪ پٽ سان متو ٽڪرائجي ٿو تہ ڪنهن مهل ٻئي پٽ سان ، ائين ئي ڀٽائي گهوٽ جي هڪ شعر ڪي سامهون رکندي پروفيسر صاحب پنهنجي ڪتاب شاهه لطيف ۽ سماجي سائنس جي صفحي 43 تي لکيو تہ

اهو لطیف جو جینیئس پڻو هیو جو شاهه لطيف خدا جي شخصي تصور جو قائل نه هيو. بلڪي شاهه لطيف خدا کي فطرت ۾ تحليل ٿي سمجهيو

سو هِيءُ سو هُو سو اَجَلُ سو اَللهُ
سو پِرِين سو پَساهُ، سو ويرِي سو واهِرُو

جيتوڻيڪ فقط هن هڪ شعر جي تشريح مان بہ موصوف دوست جي غلط فهمي جي وضاحت ڪري سگهجي ٿي پر جيڪڏهن پيرائتو سُر جو سياق و سباق ۽ منظرنامو پيش ڪجي تہ ڪنهن کي ڪا شڪ شبهي جي گنجائش نہ رهندي .

هي بيت سر ڪلياڻ جي پهرين داستان جو اناويهون بيت آهي ۽ سر جو پهريون بيت ئي

اوَلِ اَللهُ عَلِيمُ، اَعليٰ عالَمَ جو ڌَڻِي
قادِرُ پَنهِنجِيءَ قُدرَتَ سِين قائِمُ آهِ قَدِيمُ

آهي جنهن جي شروعات تصوف جي پنڌ جي پانڌيئڙي کي معرفتِ الٰهي جو پهريون سبق پڙهائيندي صفت علم ، ربوبيت ، قدرت ، حيّ ۽ قيوم جو درس ڏنو ، دراصل هي پورو سُر ئي تصوف جي سبقن ۽ صوفي جي مرتبن جي تعليم تي مشتمل آهي تہ ڪيئن صوفي ۽ سالڪ فنا في الله جي درجي تي پهچي سگهي ٿو ؟ ان جا شرط ڇا آهن ؟ ان جا لوازمات ڇا آهن ؟ ڪهڙين شين کان بچڻو آ ؟ تزڪيۂِ نفس ڪيئن ڪرڻو آ مثال طور اڳتي شاهه صاحب فرمايو آ

وَحدَهُ لاشَرِيڪَ لَہُ، اِيءُ وِهائج وِيءُ
ڪَٽِين جي هارائِيين، هَنڌُ ٽُنهِنجو هِيءُ
پاٽان چوندءِ پِيءُ، پَري جامُ جَنَتَ جو.

وَحدَهُ لاشَرِيڪَ لَہُ، هِي هيڪَڙائِيءَ حَقُ
ٻِيائِيءَ کي ٻَڪُ، جَنِ وِڌو سي وِرِسِيا.

ان جي توحيد تي ثابت قدم تي شرڪ کان بچ اهو ئي نفعي وارو سودو تي بظاهر ڪٽين يا هارائين تنهنجو هنڌ ماڳ اهو ئي اٿي جنهن مهل توحيد جي حقيقت ماڻي وئين تہ جنت ۾ شراب طهور فرشتا پاڻ ئي پياريندي چوندءِ پيءُ ، اها ئي توحيد ۽ هيڪڙائي حق تي جنهن وحدانيت کي ڇڏي دنيا ۽ آخرت جي ٻيڳهي طلب ڪئي سي ڀُليل ۽ گمراهہ تي انهن کان پاسو ڪجان وري ان واجب الوجود جي هستيءَ تائين پهچڻ جو وسيلو ۽ ذريعو بيان ڪندي نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن جي شخصيت کي دلي خوشيءَ سان قبولڻ ٻڌايو ۽ فرمايو جن محمد عربيءَ کي مڃيو سي نہ ڪڏهن ان سلوڪ جي ڏڳ کان ڀِليا

وَحدَهُ لاشَرِيڪَ لَہُ، جَڏهِن چيو جَنِ
تَنِ مڃيو مَحمدَ ڪارَڻِ، هِيجان سانُ هِنيَنِ
تَڏِهن منجهان تَنِ، اَوَتَڙِ ڪو نہ اولِئو.

وري فرمايو اهي ئي ٻانها فنا في الرسول جي مرتبي تي فائز ٿيڻ بعد سلوڪ جي راهہ تي ترقي ڪري فنا في الله جي درجي تي فائز ٿين ٿا جن کي رب فنائيت جو مرتبو ڏين ۽ جڏهن اهي ان مرتبي تي پهچن ٿا تہ سندن انائيت ۽ خودي الا الله جي ضرب سان فنائيت ۾ تبديل ٿيو وڃي ڏسو بيت ڏهون .

وَحدَهُ جي وَڏِئا، 'الاالله' اَڏَ ڪِئا
"مُحَمدُ رَسُولُ اللهِ" چَئِي، مسلمانَ ٿِئا
عاشِقَ عبداللطيفُ چئي، اِنهِين پَهِ پِئا
جيلاهہ ڏٽيءَ ڏُئا، تي وِئا وَحدَتَ گَڏِجي.

فنا ٿيڻ کان بعد جي وري ڪيفيت جي جيڪا عڪاسي شاهہ سائين ڪئي آ ان جو لطف ۽ لذت وري عاشق ئي سمجهي سگهن ٿا جو فرمايائون تہ جڏهن ان جي تجلي پوي ٿي ۽ تجليءَ ۾ سڙي خاڪستر ۽ ڦلهيار ٿئي پوي ٿو تہ حالت اها آهي جو سسي ڳوليان تہ ڏڙُ نہ ليي هيڏي هوڏي

هٿ جٽي جي ڏڙُ ملي تہ سسي نہ لهان ، جسم جا ٻيا عضوا هٿ ، ڪرايون آڱريون ڪڏهن ۽ ڪيئن ڪپجي ويا ڪا خبر سُڌ نہ ٿي ملي سالڪ کي نصيحت ڪندي فرمائي ٿو تون ان کي هڪڙو ئي ڇئو ٻيون تمام وايون وساري ڇڏ هڪ هڪ ساهہ ۾ ان کي ئي پساهہ ڪنهن لمحي غافل نہ ٿيءُ ڏسو بيت نمبر ١٣ ۽ ١۴

سِرُ ڊِوُنڊيان ڏڙُ نه لَهان، ڏڙُ ڍُونڊيان سِرُ ناهِ

هَٿَ، ڪَرائُون، آڱِريون، وِيا ڪَپِجِي ڪانهِ

وَحدَتَ جِي وِهانهِ، جي وِٺا سي وَڍِيا.

تون چَئُه اَللهُ هيڪَڙو، وائِي ٻِي وِسارِ

تَنَ ۾ تَندُ توارِ، سَدا سُپِيرِنِ جِي.

ان ئي ڪيف ۽ سُرور ۾ هڪ خاص نوعيت وحدت الوجود جي آ جنهن متعلق چيائون تہ حقيقت ۾ تہ وجود ان جو ئي آ چو جو ٻيا عارضي وجود تہ فاني آهن ، ان جو وجود حق آهي ٻيا وجود تہ باطل جو عڪس آهن ، اهو ئي حقيقت آ باقي سڀ مجاز آ هي سڀ فنائي وجود ، مجاز عڪس ، هن جهان جون ڪثرتون ان ئي جي قدرت ۽ شان جو مظهر آهن ۽ پڙلاءُ ۽ غلغلو ان طرفان ئي تخليق ٿيون آهن ٻئي ٻوليءَ ۾ نہ پلجان ان جي ئي معرفت جي راهہ هلندو هلجان ڏسو بيت نمبر ١٧

وَحدَتان ڪَثرتَ ٿِي، ڪَثرتَ وَحدَتَ ڪُلُ

حَقُ حَقيقِي هيڪَڙو، ٻولِي ٻِيءَ مَ ڀُلُ

هُو هُلاچو هُلُ، بِاللہ سَندو سَڄِٽين.

۽ اهو ئي اهو مقام آ جنهن متعلق مذڪوره بيت چيو ويو تہ هي دنيا جهان جون ڪثرتون ، گهٽائيون سڀ جو سڀ ان جي ئي قدرت ، شان ، عظمت جو مظهر ۽ عڪس آهن ان جي ئي وڏائي ۽ ڪبريائيءَ جون شاهد آهن تہ تون هنن کي ڏسي ان جي عظمتون کي سمجهہ ڇو جو هن دنيا ۾ خالق جون نشانيون ئي ڏسي سگهين ٿو ، انهن ذريعي ئي رب جي سڃاڻ حاصل ڪري سگهين ٿو هو اصل ۽ بنياد آهي ۽ هي انسان ان منجهان آهي ٻئي ڌار ناهن جو مطلب انسان ان کان علاوه ٻئي ڪنهن جي تخليق ناهي تون ان جي هستيءَ ۾ غور و فڪر نہ ڪر جو اهو اهڙو سخن ۽ موضوع آ جو عقل ڪم ئي نہ ٿو ڪري. ڏسو بيت ٢۴, ٢۵, ٢٦

’هُو‘ پڻ آهي ’هِنَ‘ سِين، ’هِيءُ‘ نه ’هُنئان‘ ڌار
اَلانسانُ سِرِي وَاَنَا سِرِهُ، پَرُوڙِجِ پَچارَ
ڪَندا وِئا تَوارَ، عالِمَ عارِفَ اِهڙِي.

صورتَ سوجهه مَ تَنه جِي، جاڻي پُجهِين جو
اِيءُ سُخُنُ آهي سو، جو مُنهَ مُقابِلِ نه ٿِيي.

تڏهن ئي فرمايائون ته هِتي هُتي هر شيءِ ، زمان ۽ مڪان ۾ ان جون ئي تجليون آهن تنهنڪري هر ساهه ۾ ان جو ئي ذڪر ڪر اهو قهار آهي ته اهو ئي رحمٰن آهي ڏسو مذڪوره بيت نمبر ٢٨

سو هِيءُ سو هُو سو اَجَلُ سو اَللهُ
سو پِرِين سو پَساهُ، سو ويرِي سو واهِرُو

۽ جيڪي واقعي ان مقام ۽ مرتبي تي فائز ٿين ٿا پٽائي گهوٽ ته انهن جو ڏس پتو ٻڌائيندڙ جي به ايتري عظمتن جو قائل آ جو آخر ۾ فرمايائون جيڪو انهن صوفين جو پتو ٻڌائي جيڪي فنائيت جي مقام تي پهتا مان پهنجو سر ساهه مٿان گهوري ڇڏيان ڏسو دستان جي آخري وائي ٣۴

ڪِئَن آن لَهَندِي سِي، اي يا اَللهَ!
ڪِئَن آن لَهَندِي سي، وَحَدَهُ جي وَڙِيا
جِتي وَحدهُ وَڏَ ٿِئي يا اللهَ! ڪو تِتي مُون ڪي ني
سِسِي ڏِيان ساهَ سِين، يا اللهَ! آءٌ تَنهِ پانڌِيءَ ڪي.

حيرت ئي ڪري سگهجي ٿي انهن مٿان جيڪي صوفين جي هڪ خاص مقام ۽ مرتبي جي بيتن ڪي ڪٺي چون ته پٽائي گهوٽ ته هڪ هستيءَ کي خدا ڪري ناهي چيو بلڪ فطرت جي قوانين کي خدا چيو آ .

مَحَبَتِ پائي مَنَ ۾ رَنِدا روڙِيا جَنِ
تَنِ جو صَرافِنِ، اَٽَتورِئو اَگهائِيو

هي هڪ تفصيل طلب موضوع آهي جيڪو فقط هڪ ڪالم ۾ بيان ڪرڻ ممڪن ئي ناهي ڊاڪٽر عبدالرحمان جسڪاڻي شاه عبداللطيف پٽائيءَ جي شاعريءَ ۾ اسلامي قدر جي موضوع تي پي ايچ ڊي ڪئي اهي صرف سطحي مطالعي وارا مخصوص ماڻهو ئي ٿي سگهن ٿا جيڪي رسالي مان ڪجهه بيت ڪڍي زوري زبردستي پنهنجي مطلب جي دليل ٻڌائڻ جي ڪوشش ڪندا جي پورو رسالو پڙهن ته شاه صاحب جو پڪو سچو مذهبي هجڻ سج جيان روشن آهي .

## جيئي سنڌ اسلامي محاذ (جسام) جو تعارف

هي ڳالهه اهل علم کان مخفي ناهي ته باب الاسلام سنڌ اسلام جي اشاعت جي حوالي سان گيٽ وي جي حيثيت رکي ٿو چاڪاڻ ته ايشيا کنڊ ۾ اسلام جي اشاعت جو آغاز هتان کان ٿيو هو پوءِ هتان کان ئي اسلام جي نور جون لاٽون ننڍي کنڊ جي ٻين علائقن ۾ پکڙجي ويون جنهن سبب سنڌ کي "باب الاسلام" جهڙي خوبصورت لقب سان سڏيو وڃي ٿو. ساڳي وقت ۾ انهي حقيقت جو به انڪار نٿو ڪري سگهجي ته سنڌ ۾ تعليم جو آغاز ديني مڪتب کان ٿيو هو، سمن، ارغونن، ترخانن، مغلن ۽ ڪلهوڙن حاڪمن جي دور ۾، سنڌ جي مختلف شهرن ۾، وڏن وڏن عالمن جا عاليشان مدرسا ۽ مڪتب هوندا هئا جن جي دنيا ۾ وڏي هاڪ هئي.

مشهور مسلمان سياح ابن بطوطه جڏهن سنڌ گهمڻ آيو هو تنهن لکيو آهي ته سومرن واري دور ۾ سنڌ جون درسگاهون، معياري لحاظ کان ايران ۽ سينٽرل ايشيا جي درسگاهن جي مد مقابل هيون.

هتان جي مهڪدار مٽيءَ جو مانُ، علم ۽ ادب جي ڪري هميشه مٿانهون رهيو آهي هتان جي رهاڪن جو آڳاٽي وقت کان مذهب سان دلي لڳاءُ رهيو آهي اسلام کان اڳ ۾ هتان جا ماڻهو ٻڌمت ۽ هندو ڌرم سان لاڳاپيل هئا ليڪن اسلام جهڙي سچي دين جي آمد کان بعد هتان جي رهاڪن دين حق اسلام سان پنهنجو اهڙو مضبوط رشتو ۽ تعلق ڳنڍيو جيڪو مخالفن جي ڪوشش باوجود چوڏهن صديون گذرڻ بعد به ٽٽي نه سگهيو.

ماضي قريب ۾ جي ايم سيد ۽ ٻين قوم پرستن سنڌ جي مسلمانن کي اسلام کان متنفر ڪرڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪئي انهي مقصد لاءِ انهن صوفي ازم ۽ قوم پرستي جو سهارو ورتو، صوفي ازم جي من پسند تشريح ڪري اسلام جي حقيقي تعليمات کان سنڌ سونهاري جي ماڻهن کي دين کان متنفر، ۽ قوم پرستي سنڌ ۽ سنڌي قوم جي حقوق جي آڙ ۾ نوجوانن کي

عالمن، بزرگن، الله وارن ۽ ديني ادارن کان باغي بنائڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪئي ۽ انهن کي اهو باور ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي ته سنڌ ۽ سنڌي قوم جي ترقي ۾ سڀ کان وڏي رڪاوٽ، مذهب، ديني ادارا ۽ اهي مذهبي ماڻهو آهن جيڪي سنڌ ۽ سنڌي قوم جي حقوق جي ڪابه ڳالهه نٿا ڪن.

جيتوڻيڪ اسلام سان مضبوط ڳانڍاپي سبب ڪماحقه انهي مقصد ۾ هو ڪامياب نه ٿي سگهيا ليڪن ان باوجود سنڌي نوجوانن جي هڪ وڏي انگ کي هو انهي مذهب مخالف واري ڪوڙڪي ۾ ڦاسائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا.

تنهن ڪري ضرورت ان ڳالهه جي هئي ته اهڙن مذهب مخالف قوم پرستن جي فڪر ۽ نظريي کان سنڌ جي نوجوانن کي بچائڻ لاءِ اهڙو مذهبي طبقو اڳتي اچي جيڪو دين جي ڳالهه ڪرڻ سان گڏوگڏ سنڌ ۽ سنڌي قوم جي جائز حقوق جي به ڳالهه ڪري ۽ ان لاءِ مثبت انداز ۾ مختلف فورمز تي به آواز اٿاري.

انهي سلسلي ۾ دين ۽ سنڌي قوم جي حقوق جو درد رکندڙ ڪجهه مذهبي نوجوانن سوچ و ويچار شروع ڪيو ۽ طويل مشاورت بعد 7 نومبر 2024ع تي "جيئي سنڌ اسلامي محاذ" (جسام) نالي هڪ تنظيم جو بنياد رکيو. جنهن جو ابتدائي طور راشدي گهراڻي جي چشم و چراغ ايڊووڪيٽ پير سيد عمار ياسرالدين شاهه راشدي صاحب جن کي چيئرمين مقرر ڪيو ويو جيڪي دين ۽ سنڌي قوم جي حقوق جو درد رکندڙ ۽ سائين سورهيه بادشاهه جي مشن جا علمبردار آهن.

تنظيم جي مڪمل مرڪزي باڊي ۽ مختلف شهرن ۾ اڳواڻن ۽ عهديدارن جو جلد تقرر ڪيو ويندو.

جيئي سنڌ اسلامي محاذ جو منشور

1. باب الاسلام سنڌ جي اسلامي تشخص جو تحفظ ۽ دفاع ڪرڻ

2. رياست مخالف سوچ جي بجاءِ پاڪستاني قانون ۽ آئين مطابق سنڌ ۽ سنڌي قوم جي جائز حقن لاءِ جدوجهد ڪرڻ

3. باب الاسلام سنڌ جي علمي، سماجي ۽ نظرياتي سرحدن جو تحفظ ڪرڻ
4. پارلياماني سياست کان هٽي ڪري گڏيل قومي مفادن لاءِ جدوجهد ۽ جاکوڙ ڪرڻ
5. باب الاسلام سنڌ ۾ سيڪيولر فڪر جي بنياد تي رواداريءَ جي بجاءِ اسلامي اصولن تحت رواداريءَ جو پرچار ڪرڻ
6. اقليتن جي حقوق جو تحفظ ڪرڻ
7. الحاد، لبرل ازم، سيڪيولرازم ۽ سوشلزم جي به اکيائي ته مشتمل مختلف صورتن کان سنڌي سماج کي آگاهي ڏيڻ
8. ديني تعليمات، اسلامي شعار ۽ مقدسات خلاف هٽ چراند جي حوالي سان پوري سنڌ ۾ هڪ آواز ٿي مشترڪه حڪمت عملي جوڙڻ
9. مقدسات جي توهين تي پاڪستاني آئين ۽ قانون مطابق عملي اقدامات ڪرڻ
10. تعلیمي ادارن ۾ وڌندڙ الحادي سوچ جي مهذب ۽ علمي انداز ۾ روڪٿام ڪرڻ
11. سوشل ميڊيا ۽ مختلف فورمز تي سنڌ ۽ سنڌي قوم جي حقوق لاءِ ڀرپور آواز اٿارڻ
12. نوجوانن جي علمي صلاحيتن کي وڌائڻ لاءِ ڪتابي ۽ تحريري صورت ۾ مواد فراهم ڪرڻ.

سيني دوستن کي گذارش ٿي ڪجي ته هن تنظيم ۾ شريڪ ٿي سنڌ کي سيڪيولر بنائڻ کان بچائڻ ۽ سنڌي قوم کي بي ديني جي ڏبڻ کان ڪڍڻ ۾ تنظيم جا ٻانهن ٻيلي ٿيو.

# سنڌ سڪار

دينِ اسلام جي خلاف ابتدا کان وٺي اندروني ۽ بيروني سازشون ٿينديون رهيون اسلام لاءِ اها ڪا نئين شيءِ ناهي ، الحمدلله انهن پيدا ٿيندڙ سازشن کي علمي ۽ تحقيقي انداز سان مُنهن ڏيڻ علماءِ ڪرام ڄاڻن ٿا .

اڄوڪي دور ۾ به اسلام خلاف نوان سرجندڙ فڪر، ازمز ۽ نظريا اڀرن ٿا وقت جي تقاضائن مطابق انهن مختلف ازمز کي منهن ڏيڻ لاءِ سنڌ سڪار ريسرچ اڪيڊمي گذريل طويل وقت کان فڪري ، ادبي ، علمي ۽ تحقيقي انداز سان پنهنجي خدمتون پيش ڪري رهي آهي دعا آهي الله ڪريم ان جي پوري سٽ کي همت ۽ توفيق عطا فرمائي ، ائين ئي دينِ اسلام جي اشاعت لاءِ شوق ۽ جذبي سان ڪم ڪندا رهن .

سنڌ سڪار ريسرچ اڪيڊمي